روح رهاڻ

# پٽائيءَ جون رهاڻيون

پٽائيءَ جي رسالي ۾ آيل مڪمل ڪهاڻيون

هوتچند مولچند گربخشاڻي



Sindhica
سنڌيڪا

روح رهاڻ

# ڀٽائيءَ جون رهاڻيون

ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ آيل مڪمل تمثيلي ڪهاڻيون

هوتچند مولچند گربخشاڻي

Sindhica
سنڌيڪا




ڪتاب نمبر

136





ڪتاب جو نالو: ڀٽائيءَ جون رهاڻيون

مصنف: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي

ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي

ٻيهريون ڇاپو: 2002ع

ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ڇاپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي

ملهه: 20 رپيا

"Bhitai-a Joon Rehanyoon"
By:Hotchand Moolchand Gurbakhshani
Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400
Email: Sindhica_academy@yahoo.com
Phone: 7737290

**اسٽاڪسٽ**

ڪانياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي
شاهه لطيف ڪتاب گهر حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد
رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو
سنڌيڪا بوڪ شاپ 19 بلديه پلازا گهنٽا گهر سکر. فون 28368

**لکيڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ**

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ ڪراچي 74400
فون: 7737290

# فهرست



# پبلشر نوٽ

شاعر مفڪرن ۽ سڌارڪن پنهنجي پنهنجي قومن ۾ سڌاري جي پرچار لاءِ ڪهاڻين کي تمثيلي شعر جي صورت ۾ استعمال ڪيو آهي. جيئن مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنويءَ اهڙين ڪهاڻين جي تمثيلي شعر سان ڀري پئي آهي،تيئن ڀٽائيءَ جو رسالو بہ اهڙين ڪهاڻين جي تمثيلي بيتن سان ڀمٽار آهي. روميءَ جي ڪهاڻين ۾ ڪهاڻين جو ڪينواس توڙي وڌيڪ ڦهليل آهي، پر ڀٽائيءَ جي ڪهاڻين ۾ انساني احساسن ۽ حساسڪين جي اپٽار اڃا بہ ڪي قدم اڳتي وڌيل آهي.

شاعر مفڪرن جو مخاطب جيئن تہ رڳي اشرافيہ يا ڪو ڪلاس ڪونهي، بلڪ عام ماڻهو انهن جي سڌاري جو مخاطب آهن، انهيءَ ڪري سندن ڪهاڻين جي تمثيلي شعر جو طريقو سنڌائتو ۽ دائمي ثابت ٿيو ۽ ڪيترن نسلن گذري وڃڻ بعد بہ عوام انهيءَ جا اثر قبوليندو رهي ٿو.

اسان رومي ۽ ڀٽائيءَ جي پڙهندڙن لاءِ روميءَ ۽ ڀٽائيءَ جون رهاڻيون انهيءَ مقصد لاءِ ڇاپي رهيا آهيون تہ، ٻنهي مفڪرن کي پڙهڻ وقت ان تمثيل جو پسمنظر ذهن تي ڀرپور نموني ويٺل



هجي ۽ نتيجي ۾ ان جو اثر ذهن تي ڇانئجي ويجي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جو شارح رهيو آهي، ان ڪري هن انهن ڪهاڻين جي تفصيل ۽ پسمنظر کي وڏي محبت سان روح رهاڻ جي نالي سان ڪاغذ تي اتاريو، جيڪو هينئر پنجائيءَ جون رهاڻيون جي نالي سان اوهان جي هٿن ۾ آهي. اسان کي اميد آهي ته، هي ڪتاب به روميءَ جون رهاڻيون وانگر پڙهندڙن وٽ بيحد مقبوليت ماڻيندو.

نور احمد ميمڻ

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي



## مـنـدي

شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي تمثيلي شعر جو اڪثر مضمون ڪنهن قصن ۽ ڪهاڻين تي ٻڌل آهي؛ مگر شاه پاڻ ڪوبہ قصو يا ڪهاڻي سربستيءَ ريت ۽ سلسلي وار بيان نہ ٿو ڪري. اُنهن مان فقط ڪي دلچسپ واقعا ۽ احوال نظم ۾ آندا اٿس. سڀيئون ساريون آکاڻيون ڪيترن صاحبن وڏي شد ۽ مد سان ۽ پڻ نون رنگن ۽ ڍنگن سان نظم توڙي نثر ۾ نقش ڪيون آهن. مون انهن مڙني کي پنهنجي تاليف ڪيل 'شاه جي رسالي' جي ٻئين ۽ ٽئين جلد ۾ نئين لباس ۾ ظاهر ڪيو آهي. هاڻ پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ اُنهن کي اُتان ڌار ڪري، هن ڪتاب ۾ هڪ ئي هنڌ جمع ڪيو ويو آهي. البتہ منهنجا ڏنل احوال رواجي ڏنل احوالن کان اوڙ نموني جا آهن. پر انهن اختلافن لاءِ مون وٽ معتبر حوالا موجود آهن، جن جو ذڪر 'شاهہ جي جي رسالي' ۾ اڳيئي ڪيو اٿم. آکاڻين جي عبارت ۾ شاه جي سنڌيءَ بنا ٻئي ڪنهنجي بہ عبارت جي تتبع نہ ڪئي ويئي آهي. هنن قصن ۽ ڪهاڻين کي خالي آکاڻيون ۽ ڏند ڪٿائون ڪري نہ سمجهڻ گهرجي. منجهن وڏيون تمثيلون رٿيل آهن، جن ۾ الاهي اسرار پلٽيل آهن، جن ۾ ڳوڙهي روح رهاڻ رچيل آهي، ۽ جن جي ذريعي انسان جو من وڃيو رب سان ملي.

جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين،
نئو من لائين، پريان سندي پار ڏي.

**هوتچند مولچند گربخشاڻي**

ڪراچي 16 مارچ 1933ع



# ليلا ۽ چنيسر

راڻو ڪنگهار[1]، ديث ڏٽي، هڪ نهايت حشمت ۽ دٻدٻي وارو حاڪم ٿي گذريو آهي. ان کي ڪؤنروءَ نالي هڪ نياڻي هئي، جنهن جي حسن جي هنڌ هنڌ هاڪ هئي؛ ۽ ان زماني ۾ سونهن ڪري سندس ڪو ثاني نه هئو. سندس مڱڻو سؤٽس انماديءَ سان ٿيل هو.

ساڳئي زماني ۾، سومري گهراڻي جي داسڙو شاخ مان راجا چنيسر نالي، ديول ڪوٽ[2] تي راج ڪندو هو. حسن ۽ دولت، شان ۽ شوڪت ۾ بي نظير هو. انهن اوصافن ڪري

(1) ڪڇ ملڪ جي ڪهاڻين ۾ راڻو ڪنگهار سولنڪي راجپوتن جي خاندان مان شمار ڪيو ويو آهي، ۽ ڪيس لکپت جو صوبو ڄاڻايو ويو آهي.

(2) ميجر راورٽي پنهنجي ڪتاب "مهراڻ" (ص- 322) ۾ لکي ٿو ته گهڻيءَ کوجنا بعد معلوم ڪيو ويو آهي ته ديول ڪوٽ يا ديول بندر مڪلي ٽڪريءَ جي چيڙي وٽ، پير پٺي جي مقبري ڏاري، سنڌونديءَ جي شاخ بگهاڙ جي ڪنڌيءَ تي، هڪ عاليشان شهر ۽ مشهور واپار جو مرڪز هو. سندس ذڪر تاريخن مان ليندو. تحفه الڪرام جي سَند موجب چنيسر ديول ڪوٽ تي 1288ع کان 1306ع تائين حڪومت ڪئي.



سيڪا سهڻي سندس سهاڳ جي طمعدار رهندي هئي. هڪڙي ڏينهن ڪؤنروءَ کي سندس سهيليءَ جنميءَ چٽر ڪري چيو ته تون جو هيترو هار سينگار پيئي ڪرين، سو ڀانءِ ته چنيسر سان چاهه رکيو اٿيئي؟" هن طعني ڪؤنروءَ کي تمام ڪري چڙيو؛ ۽ اڻ ڏنو چنيسر تي چري ٿي پيئي.

ان ماجرا جي جڏهن ماڻس مُرڪيءَ کي ڪل پئي، تڏهن سڌو وڃي پنهنجي پتار راڻي ڪنگهار کي خبر ڪيائين. چنيسر سان سڱ ڪرڻ هڪ فخر جهڙي ڳالهه هئي، سو راڻي کي هيءَ ڳالهه ٻڌي گهڻي خوشي ٿي. پر دل ۾ سمجهيائين ته جيڪڏهن ٿو ظاهر ظهور سڱ گهرايان، ۽ چنيسر ٿو انڪار ڪري، ته مفت شهرت ۽ بدنامي ٿيندي. سو پاڻ ۾ پڇ پڇايائون ته چنيسر کي ڪنهن حيلي بهاني هٿ ڪجي. نيٺ هن ٺهراءَ تي بينا ته ڪؤنروءَ ۽ ماڻس وڻجارڪو ويس ڪري، چنيسر جي ديس وڃي، ان کي ريجهائڻ جون رمزون رچين. سنت ئي مال اسباب ميڙي، وهٽ پلاڻي، وطن واري، پربت ندي پار پئي. اچي ديول ڪوٽ ۾ ديرو دمايائون. سانگي سان، هڪ گلن واريءَ جو ساڻن سنبنڌ ٿي پيو. هڪ ڏينهن ان سان اندر جو احوال اوريندي معلوم ٿين ته سندن مقصد چنيسر جي وزير جکري هٿان پورو ٿيندو. پوءِ ٿيئي گڏجي، جکري جي جاءِ ڏي روانيون ٿيون. اُتي پهچڻ شرط، ڪؤنروءَ کيس پنهنجي درد جو داستان ٻڌايو، ۽ پيرن تي ڪري، نيزاري ڪيائينس ته



"ڪنهن بہ ريت اُتي منهنجي واهر ڪر" وزير جي دل پني، سو دڙ دلاسو ڏيئي، چيائينس تہ "سائينءَ تي رک، مڙئي سٺائي تي پوندي. باک ڦٽڻ بعد، آءٌ چنيسر وٽ چڙهي ويندس، ۽ اميد اٿم تہ توکي پاڻ وٽ آڻائيندو." ائين چئي، تنهي ڄڻين کي رخصت ڏنائين.

صبح سان جکرو سنيري، شاهي محلات ڏي راهي ٿيو. وڃي ونيءَ، چنيسر سان ڪؤنروءَ جي محبت جو ذڪر چوريائين، ۽ سندس سونهن سوڀيا جو اهڙو نقش ڪڍيائين جو چنيسر جو هنيون البت هرڪجي ويو. پر پنهنجي پٽ راڻيءَ ليلا جو لحاظ ڪري، جکري کي جواب ڏنائين "ليلا وڻي، ٻيءَ ڪنهن ڏاريءَ زال سان ناتو رکڻ نامناسب آهي، بهتر آهي تہ ڪؤنروءَ کي ربهي ريني، وطن ڏانهن وارينس" جکري ڪؤنروءَ جي پاران وري بہ از حد آزي نيازي ڪئي، ۽ اکين مِ آب آڻي، عرض ڪيائين تہ ڪؤنروءَ تي ڪا ڪهل ڪريو." پر چنيسر پنهنجي قول کان باز نہ آيو. جڏهن جکري هيءَ نااميديءَ جو نياپو ڪونروءَ ۽ ماٽس کي آڻي ٻڌايو، تڏهن ٻنهيءَ جا ڇـهـ ڇـجي پيا، ۽ اکين اڳيان انڌيون اچي وين. آخر ٻيو ڪو اپاءُ نہ ڏسي، رت رتيائون تہ مال اسباب وڪڻي، ويس مٽائي، وڃي ليلا وٽ پورهيتيون ٿي بيهون تہ من ڪنهن موقعي تي، چنيسر کي تجويز ڪري ليلا تان چت ڪٽائي، پنهنجي پلئہ آڻيون. اها ڳالھ ڳٽي، غريباڻو لباس پهري، ليلا وٽ لنگهي ويون، ۽ ليلائي چيائونس



ته ”سائڻ! زماني جي ڏولائن اسان کي هٿ رولي تولي آندو آهي، پيسو پنجڙ جو سانڍ هئوسين، سو پنو ڏيئي ويو آهي ڏٿيءَ توکي پنهنجي ٻاجھ سان راڻي ڪيو آهي. جي هيٺين ني هٿ رکيئه، ته هرج ڪونهي. ٻئي هٿ جون سڄيون آهيون: امان اُٽڻ جي فن ۾ استاد آهي، ۽ آءٌ وري گهرو ڪم ڪار ۾ ڪڙي تڙي آهيان.“ ليلا کي سندن بيحاليءَ تي قياس آيو. ٻنهيءَ کي هڪدم پنهنجون خاص ٻانهيون ڪري رکيائين. ڪؤنروءَ تي چنيسر جي سيج وڇائڻ جو ڪم ڏريائين، ۽ ماڻس مرڪيءَ کي چنيسر جي پڳ اُٽڻ جو امر ڪيائين.

وقت ويو گذرندو، مگر چنيسر جي وصال جو ڪوبه امڪان نظر نه آيو. هڪ رات نراسائيءَ وچان ڪؤنروءَ جي اکين مان اوچتا لڙڪ وهڻ لڳا. ليلا هيءُ رنگ ڏسي، ڪانئس رئڻ جو سبب پڇيو. ڪؤنروءَ وراڻي ڏني ته ”سائڻ! رئان ڪونه ٿي. وٽ سوريندي، تيل هاٿو هٿ لڳي ويم، جنهنڪري اکين ۾ پاڻي اچي ويم“ ليلا کي هن ڳالھ تي ويساھ نه آيو. ورجائي پڇيائينس، آخر سچي ڪرڻي پيس. چيائين ته ”ڪو ڏينهن هو، جو آءٌ به تو وانگي هندورن وچ ۾ هوندي هيس. رات جو منهنجي نولکي هار وارا شب چراغ اهڙو جرڪندا هئا، جو اونداهيءَ ۾ اوجر ٿي ويندو هو. اهي سڪيا ڏينهن سارينديءَ نيڻ ڀرجي آيم.“ ڪؤنروءَ جي ڪهاڻي ليلا کي دل سان نه لڳي. ثابتي گهريائينس.



ڪؤنروءَ سٽ ڏيئي، پنهنجو نولکو هار دبليءَ مان ڪڍي
آئي. ان جي جهلڪي سان سارو محلات ٻه ٻه ڪرڻ لڳو.
ليلا جا سپاءَ جي چلولي هئي، ۽ مٺين سان محبت رکندي
هئي، سا هار پسي هرڪجي ويئي. ڪؤنروءَ کي هڪل
ڪري چيائين ته "گهر جيڪي گهرٽو هجيئي، رکو اهو هار
مون کي ڏي." ڪونرؤءَ ورندي ڏني ته "مون وٽ مال متاع
جي ڪمي ڪانهي، فقط چنيسر سان هڪ رات رهاڻ
ڪرڻ ڏينم، ته هار مٿانءِ گهوري ڇڏيان." ليلا جنهن جا
حوصلا هار جي هوس خطا ڪري وڌا هئا، تنهن هيءُ شرط
هڪدم قبوليو، ۽ چيائينس "هاڻ وجي دلجاءِ ڪري ويهه،
رات جو آءٌ پاڻهي چنيسر کي آڻي تنهنجي ڪمري ۾ پهچائي
ويندس.

قضاني، انهيءَ رات چنيسر درٻارين ۽ دوستن سان
محفل ڪندي، نشي ۾ الوٽ ٿي ويو هو. لاڙوءَ رات جڏهن
موٽي منزل تي آيو، تڏهن ليلا کيس خماريل ڏسي خوش ٿي.
پانيائين ته هاڻي چنيسر کي جيئن چونديس تيئن ڪندو.
ڳڙهاٽڙي پائي، ليلاپائينس ته "ويچاري ڪؤنرو تو لاءِ تالان
آهي، اڄ رات وڃي اُڪير لاهينس." جيتوڻيڪ چنيسر
پوري هوش ۾ نه هو، تڏهن به اهڙيءَ آڇ تي غيرت آيس، ۽
صفا نابري واري، وقلڻ لڳو. پر ليلا ڪن لاتاري ڪري،
کيس هٿ کان وٺي، ڪؤنروءَ جي ڪمري ڏانهن، ڪاهي
ويئي. ڪؤنروءَ، جنهن جي انتظار ۾ تارا تڪيندي رات



وهامي ويئي هئي، سا چنيسر کي چترائي اندر ونـي ويئي. ٻانيڻ ٻه کو هکيو تکيو وينو هو، جنهن ته پهه ويڏي پڙهي، سندن ميڙائي جو موک کيو. پر چنيسر جو سرت ۾ نه هئو. سوگيرو ٿـي پلنگ تي پئجي رهيو. ڪؤنروءَ کيس سجاڳ ڪرڻ لاءِ گهڻائي مٿا مونا هنيا، پر ڪين وريو. مٿان اچي پيچ پـني. چنيسر اک پٽي ته ڏسي ته ڪؤنروءَ جي پـر ۾ ستو پيو آهيان. پاڻ کي اهڙيءَ اڻ سهائيينديءَ حالت ۾ ڏسي ڏاڍي ٻچان لڳس. بستري تان لهي، ڪمرو ڇڏي وجڻ تي هو، ته مرڪيءَ هکل ڪري چيس ته "سائين! پنهنجي لائنن لڏيءَ کي ڇڏي، ڪاڏي ٿا وڃو؟ ليلا ته رات اوهان کي هار تي وڪڻي قتو ڪيو. پوءِ مرڪيءَ سارو سماچار ڪري ٻڌايس. ٻڌڻ شرط، ليلا دل تان ڪري پيس. ڪؤنروءَ جو اهڙو قرب ڏسي، مٿس موهت ٿـي پيو.

هن روئداد جي خبر جڏهن ليلا کي پئي، تڏهن گهڻئي ڪارون وس ڪيائين، پر چنيسر کي نه اٽڙيا. آخر آسرو پلي، ڏهاڳ جو ڏنءُ برسر ڪري، مائٽـاٽي ملک رواني ٿـي. اندر ۾ اهائي آس هيس ته ڪنهن ڏينهن مڙيوئي چنيسر سندس مدايون ميٽـي، کيس پناه جو پاند ڏيئي، وري ٻه مٿس مهر جو هٿ ذريندو. پر ورهين جا ورهيه گذري ويا. چنيسر جو پروئي نه پيو.

سانگي سان، جکري وزير جو مگڻو ليلا جي مائٽـن مان

ٿيل هو. جڏهن انهن کي ليلا جي ڏهاڳ جي پروڙ پئي، تڏهن سڱ ڏيڻ کان صفا انڪار ڪيائون. جکرو جو محبت جي ڪڙي ۾ قابو هو، تنهن وڏا وس ڪيا، پر مڱ جا مائٽ پڙ ڪدي بيٺا. لاچار جکرو ليلا وٽ لنگهي ويو، ۽ وڃي ستايائينس. ليلا کي هن جي حال تي رحم آيو. چيائينس ته ”جيڪڏهن چنيسر کي مون وٽ هڪوار آڻيندين، ته تون ٻانهن مون کان لهڻي.“ جکرو هيءُ شرط قبولي ديول ڪوٽ موٽيو. چنيسر کي هٿ ادب جا ٻڌي، عرض ڪيائين ته ”جيئن وٽيو، تيئن قدم رنج فرمائي، مون مسڪين جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿي، پنهنجو پاڻ پلايو.“ چنيسر سندس عرض اونايو ۽ ساٿ سان سنبري، ليلا جي ساٿيه ڏي روانو ٿيو. جڏهن جج اچي شهر کي اوڏي پهتي، تڏهن ليلا ۽ سندس سهيليون اکڙيون ڪدي، راتيءَ جي آجيان لاءِ ناچ ۽ گانو ڪنديون، اڳتي وڌيون. ليلا جو ناز ۽ نخرو ڏسي، چنيسر کيس سجاڻڻ بنا، مٿس مفتون ٿي پيو. چيائينس ته ”اي نازنين! گهونگهٽ کولي، منهن ته ڏيکار. پڪ اٿم ته جهڙو آواز منو اٿيئي، تنهن کان وڌيڪ منهن منو هوندءِ.“ ليلا اکڙي لاهي، چنيسر اڳيان نروار ٿي بيٺي. هيءُ اوچتو لقاءُ چنيسر سهي ڪين سگهيو. جتيوڻيڪ ظاهري طور، ليلا سان لاڳاپا لاهي ڇڏيا هئائين، تڏهن به هن جي لنءُ جي لغار سندس دل ۾ هميشہ لڳل هوندي هئي. هاڻ سندس روح اهڙو ريلو ڏنو، جو اتي جو اتي پران



چڏيائين. ليلا پڻ هيءُ حال ڏسي مورڇا تي ڪري پيئي، ۽ مري، محبوب سان ميلو ڪيائين.

سُر ليلا ۾ چنيسر ۽ اُن ڪان پوءِ ايندڙ سر مومل راڻي ۾ شاهه تصوف جو هڪ خاص باريڪ نڪتو بيان ڪيو آهي. جو آهي: خدا جي غيرت". ليلا مان مراد آهي، اهو سالڪ جنهن کي خدا جو وصال هڪواري نصيب ٿيو آهي، پر پوءِ نفس جي ڦندي ۾ ڦاسي، اوجهڙ وڃي پوي ٿو. ۽ حقيقي محبوب کان منهن موڙي مجازي مزن جو شڪار بڻجي ٿو. ازانسواءِ، سالڪ کي طريقت جي واٽ ۾ مڪاشفا ۽ مشاهدا حاصل ٿيندا آهن جي گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪندا آهن. ڪي سالڪ انهن تي ئي هرڪجي، حق جي تلاش ڇڏي ڏيندا آهن. انهيءَ ڪري خدائي غيرت جنبش ۾ اچي ٿي. سالڪ کي ڦوڙائي جو فلق لڳي ٿو. خدا جي پيغمبر جو فرمودو آهي ته "اِن سعدا لَغيُور وَاَنا اغَيرُ مِن سعد والله اغيبر مِني، و مِن غيرته حَرمِ الفواحَش ما ظَهرَ مِنها وَما بطن. يعني "بيشڪ سعد[1] غيرت وارو آهي، ۽ آءُ سعد کان وڌيڪ غيرتمند آهيان، پر خدا مون کان به وڌيڪ غيرتمند آهي، ۽ پنهنجيءَ غيرت وچان ان سيني ڳجهين توڙي پالهين بڇڙاين کان روڪ ڪري ڇڏي آهي." انهيءَ غيرت جي ئي ڪري آدم کي بهشت مان نيڪالي ملي. آدم کي جنت ۾ سيئي نعمتون موجود هيون؛ پر شيطان جي چئي لڳي، خدا جي امر کي آڏو

(1) سعد بن معاذ حضرت محمد ﷺ جي اصحابن مان هڪڙو هو.



ڦري، منع ٿيل ميوو کاڌائين. هن رتيءَ جي رهاڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪيس وڇوڙو سهڻو پيو. سالن جا سال پئي ٻاڏايائين. آخر جڏهن پاڻ مان سڀ غيرگمان ڪڍي ڦٽو ڪيائين، تڏهن سندس توبه قبول ٿي. ۽ وري وصال جو ورق وريس. اهڙيءَ طرح ليلا کي به چنيسر جي وصال ۾ طرحين سک ۽ آرام ميسر هئا، پر ڪؤنروءَ جي ڏتارڻ تي مٽئي تي موهجي، چنيسر جي غيرت جاڳايائين. ان ڪري ڏهاڳ جو ڏک ڏسڻو پيس؛ ۽ چنيسر جو راڄ، جو گويا بهشت مثال هو، تنهن مان تڙجي نڪرڻو پيس. ورهين جا ورهيه پئي روڄ ۽ راڙو ڪيائين؛ نيٺ مري مهت لڌائين. حڪيم سنائيءَ جو قول آهي:

"بهرچ از راه او ماني، چه کفر آن حرف چه ايمان،
بهرچ از دوست دور افتي، چه زشت آن نقش چه زيبا."

يعني: "ڪهڙي به شيءِ جا خدا جي راهه کان توکي برطرف ڪري: چا ڪُفر جو ڪلمو هجي، چا ايمان جو؛ ۽ ڪهڙو به نقش جو توکي دوست کان دور ڪري: خواهه بڇڙو هجي، خواهه سهڻو، ته انهن مڙنيءَ کان گوشو ڪر.



# مومل ۽ راڻو

پندرھينءَ عيسويءَ صديءَ جي اوائل ۾، راجا نند نالي گجر[1] ذات جو ھڪ سردار، ميرپور ماٿيلي[2] جو حاڪم ھو. ڪيس نو نياڻيون ھيون. انھن مڙني مان مومل سونھن ۾ سوائي ھئي، ۽ سومل وري سياڻپ ۾ سرس ھئي.

ھڪ ڏينھن راجا نند امير امراءُ ساڻ ڪري، سنڌونديءَ جي ڪپ تي شيل شڪار پئي ڪيو، ته اوچتو ھڪ سوئر درياھ ۾ ترندو نظر آيس. چيا ڏسي ته جيئن سوئر وجي اڳتي

(1) ڊاڪٽر رڊولف ھورنلي جي سند موجب (ڏسو رايل ايشياٽڪ سوسائٽي جرنل، سنه 1905ع، ص 1-4)، گجر قوم آرين وانگر وچ ايشيا مان لڏي، ڇھين عيسويءَ صديءَ جي اوائل ڌاري، اتر ھندستان ۾ اچي ٻنڊڪ ڪئي. ٿوريئي عرصي ۾ ھڪ وڏيءَ بادشاھت جو پايو وڌائين. سنه 840ع ڌاري، سارو اتر ھندستان گجرن جي حڪومت ھيٺ ھو، ۽ سندن گاديءَ جو ھنڌ قنوج ۾ ھو. ڪيترئيون مشھور راجپوت ذاتيون، جھڙوڪ سولنڪي، چوھاڻ، پرمار، پرھيار وغيره گجر قوم جي نسل مان ڦٽل آھن.

(2) چون ٿا ته ماٿيلي جي ڪوٽ جو بنياد پھريائين راءِ گھراڻي 495ع ڌاري وڌو ھو. ڪانئس پوءِ ايندڙ گھراڻا به مٿس عمارت اڏائيندا رھيا، تان جو سنه 1395ع ڌاري جڙي راس ٿيو. انھيءَ زماني ۾ راجا نند مٿس حاڪم ھو. (ڏسو ائبٽ صاحب جي سنڌي تاريخ، ص- 105)



وڏندو، تيئن درياهه وچي سڪندو. اهڙو اچرج ڏسي، سوئر جي پنيان ڪٽي پنهنجو گهوڙو ڇڏيائين، ۽ ويو ڪاهيندو، تان جو ٻئي وچي پرينءَ پر پهتا. آخر سوئر کي پهچي، ڪيس ڏڪو هڻي، ماري وڌائين. دل ۾ خيال ٿيس ته سوئر جي ڪنهن اندام ۾ مڙيوئي ڪو اسرار هو، جو پاڻي سڪندو پئي ويو. تنهنڪري وينو سوئر جي بدن کي پرزا پرزا ڪرڻ ۽ انهن کي پاڻيءَ ۾ وجهي آزمائڻ. آخر معلوم ٿيس ته اهو راز هڪ ڏند ۾ سمايل آهي. پوءِ، اهو ڏند ساڻ ڪري، ان جي وسيلي پار پئي، موٽي پنهنجي محل ڏي روانو ٿيو. رفتي رفتي پنهنجو سارو خزانو ڪٽي، درياهه جي پيٽ ۾ پوشيدو ڪري رکيائين. هن مام جي ڪنهن کي خبر نه رهي.

اتفاق سان هڪ فقير کي جادوءَ جي زور تي انهيءَ ڏند جي ڪرامت جي ڪڙڪ پئجي ويئي. ڏاڍي دل ٿيس ته ڪيئن به ڪري اهو هزاري ڏند هٿ ڪريان سو ڪهي ڪهي، اچي ماتيلي ۾ پهتو، ۽ واجهه پئي وڌائين ته ڪو اهڙو موقعو مليم، جو راجا نند جي پريٽ پنهنجي آرزو پوري ڪريان. ڪنهن ڏينهن راجا نند سانگي سان سفر سڌاريو. اهو وجهه وٺي، فقير وچي محلات جي در تي سٽ هنئي؛ ۽ وٺي اهڙيون اهون صدائون ڪيائين جو محلات اندر مومل جي ڪن وچي پهتيون. مومل اُمالڪ دريءَ کان منهن ٻاهر ڪڍي، فقير کان پڇيو ته "اي سائين لوڪ! توسان ڪهڙي ويڌن ٿي آهي؟" فقير وراڻي ڏني ته "سائڻ! آءٌ ڪنهن وڏي



مرض ۾ مبتلا آهيان؛ ۽ ڏس مليو اٿم ته شايد سوئر جي ڏند مان شفا حاصل ٿئيم. اوهين اڇي ڪاري جا مالڪ آهيو، ۽ ضرور اهڙيون شيون اوهان وٽ ئي موجود هونديون. اها آس رکي اوهان جي در سوالي ٿي آيو آهيان." مومل کي هري آيو ته بابي وٽ برابر هڪ ڏند آهي، سو نڪا ڪيائين هم، نڪا تم، ڳولهي ڦولهي، ڏند ڪڍي آڻي فقير جي جهوليءَ ۾ وڌائين. فقير به کيس دعائون ڪندو رمندو رهيو. پوءِ سڌو رخ رکيائين درياهه ڏي، جتان پاڻي سڪائي، راجا نند جو خزانو ڏيوئي، وڃي ڪنهن ڏوراهين ملڪ ۾ آرامي ٿيو.

سٽت ئي راجا نند به سفر تان موٽي آيو. ڪنهن وقت پنهنجي خزاني ڏسڻ جو خيال ٿيس. ڏند لاءِ گهڻو ئي هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين، پر پتوئي ڪونه پيس. آخر پڇا بعد، محلات جي ماڻهن کان معلوم ٿيس ته اهو ڏند مومل ڪنهن رمتو فقير کي ڏيئي ڇڏيو آهي. ٻڌڻ شرط، ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين باهه وٺي ويس، ۽ زلهليون ڪري آيو مومل کي مارڻ. کيس خفا خون ڪري ڇڏي ها، پر سومل وچ ۾ پئي، پيءُ کي حال ھٿائي، پاسيرو ڪيو؛ ۽ کيس دلاسو ڏيئي، چيو ته "اهو خزانو اوهان مون کان لهڻو."

سومل جادو ڪامڻ جي فن ۾ گهڻو هوشيار هئي؛ سو ويهي، ويچار ڪيائين ته اهڙو ڪو منڊ منڊجي، جو مال متاع هميشه هٿ ايندو رهي. اها سٽ سٽي، ڀينرن ۽ ٻانهين کي



ساڻ ڪري، ماتيلو چڙهي، جيسلمير جي ويجهو لداٽي[1] جي شهر ۾ وڃي وسڻ ڪري ويٺي.

ٿوريئي عرصي ۾، لداٽي جي پرسان، ڪاڪ نديءَ[2] جي ڪلهي تي، هڪ طلسمي رنگ محل رچي راس ڪيائين. محل جي چوڌاريءَ هڪ عمدو ۽ خوشنما باغ ڪري رکايائين، جنهن جي گلن ڦلن جي خوشبوءَ من مستانو ٿي ڪيو. باغ جي چوڌاري وڏاهه مان اهڙو انگڙ ونگڙ پيچرو بنايائين، جنهن ۾ هڪواريءَ ڪو گهڙي سهي، ته

(1) لداٽو (لودرو) جيسلمير کان اتر اولهه طرف پنجن ڪوهن جي مفاصلي تي آهي، ۽ هاڻي ڦٽي ويو آهي. ڏهينءَ کان ٻارهينءَ صديءَ عيسويءَ تائين ڀٽي راجپوتن جي گاديءَ جو هنڌ هو. اصل لودر راجپوتن جو ٻڌايل هو، جي پرمار راجپوتن جي نسل مان هئا. لودرن جي ڏينهن ۾ هيءَ شهر نهايت وسيل هو، ۽ ڪيس ٻارهن دروازا هئا. منجهس ٻه وڏا مندر هئا، جي اڄ ڏينهن تائين قائم آهن انهن مان هڪڙو مندر ماتا جو آهي، ۽ ٻيو پارشوناٿ جو. اڄ ڏينهن تائين انهن مندرن جي ڀيٽا لاءِ راجپوتانا مان ماڻهن جا حشام ويندا آهن (ڏسو راجپوتانا گزيٽيئر، جلد3، الف، جوڙيل ميجر ارسڪائين جو، ۽ ٽاڊ صاحب جو راجستان، جلد2، ص-19)

(2) ڪاڪ نديءَ لداٽي جي ٽڪر تان هڪ چشمي مان منهن ڪڍي ٿي. ٽاڊ صاحب پنهنجي راجستان ۾ لکيو آهي (ڏسو جلد 2،ص-194) ته هڪ مشهور جوڳي انهيءَ چشمي تي رهندو هو، ۽ سندس نالو هو ڪاڪ يا ڪاڳ، جنهن ڪري انهيءَ نديءَ تي ڪاڪ جو نالو پيو. اها نديءَ اڄ ڏينهن تائين وهندڙ آهي. سندس ڪنڌيءَ تي هڪ پٿر جي ڊٺل عمارت جا نشان بيٺا آهن. جنهن کي عام ماڻهو "مومل جي ماڙي" ڪري سڏيندا آهن.

وري سندس موٽڻ ئي مشڪل. محلات جي ٻنيي وٽ وري هڪ شيشي جو تلاءُ ڪٽي نهرايائين جنهن ۾ طلسمي پاڻيءَ اهڙيون چوليون پئي ماريون، جو ڏسندڙن جون دليون ڏڪيون ٿي ويون. دروازي وٽ ۽ محلات جي چئن ئي ڪنڊن تي جادوءَ جا شينهن ڪٽي ڪڙا ڪيائين، جن جي گروڙن آسمان ڏاري ٿي وڌو. ديوانخاني ۾ ست ڪتولا هڪ جهڙا سنواريل ۽ سينگاريل وڇارائي ڇڏيائين. انهن مان ڇهه ڪتولا ڪچي سٽ سان واڻيل هئا، ۽ هر هڪ جي هيٺيان هڪ اونهو کوهه کنيل هو، باقي ستين ڪتولي ۾ ڪو به ڪوٽ ڪريب رکيل ڪونه هو.

جڏهن محلات ۾ ٻيو سارو تڪسات جڙي تيار ٿيو، تڏهن ٻايون ۽ ٻانهيون ٺهي نڪي، ويس ورڻ ڪري، ڪوريئڙي وانگر ڄار پکيڙي، اندر ويهي رهيون؛ ۽ شهر ۾ هوڪو گهمايائون ته "جيڪو ماڻهو باغ لنگهي، تلاءُ اُڪري، شينهن جي چنبي ڪان پاڻ بچائي، سهي سلامت سچي ڪتولي تي اچي وهندو، تنهن کي مومل جو هٿ نصيب ٿيندو." انهيءَ هوڪي هٽي وچي هنڌ ڪيو، ڇو ته لڊاڻي جو شهر هڪ هاڪارو تيرٿ هو، جتي پرانهن ملڪن جا واپاري ۽ شهزادا جاتائن لاءِ ايندا هئا، ۽ انهن جي معرفت مومل جي حسن جي هاڪ هنڌ هنڌ پکڙجي ويئي. ڪيترا بادشاهه ۽ سوداگر مال متاع ساڻ ڪٽي، مومل جو سنگ هٿ ڪرڻ لاءِ اچي لڊاڻي ۾ ڊاٻو ڪندا هئا.



باغ جي لنگهه وٽ هڪ وڏي پير رکيل هوندي هئي. جيڪو به مومل سان ملڻ جي خواهش رکندو هو، سو پهريائين اچي پير تي ڏؤنڪو هڻندو هو. پير جي آواز تي مومل يڪدم پنهنجيءَ پاڙهيل ٻانهيءَ ناتر کي اجيان لاءِ ٻاهر موڪليندي هئي. پوءِ ناتر اڳ ۾ تي هلندي هئي، ۽ مهمان سندس ڪڍ ويندو هو. واٽ تي ناتر گوهي ڏيئي، پاڻ تڳائي ويندي هئي، ۽ مهمان پيچدار پيچري ۾ منجهي، هيڏانهن هوڏانهن پيو لوهون ڏيندو ۽ ديومائون ڪائيندو هو. تان جو مومل جا ماري اچي مٿس ڪڙڪندا هئا ۽ ڪانئس سڀ هيرا جواهر ڦري، ٻچڙ ڪري ٻاهر اماڻيندا هئس. ڪوبه اهڙيءَ خواريءَ جي خبر پنهنجي ساٿين کي نه سليندو هو، ۽ ٻچڙو منهن ڪري، لداٽي مان لوڏجي نڪرندو هو، ۽ نراسائيءَ وچان ڪفني پائي، جوڳيڙو ٿي، مومل جي وصال لاءِ واجهائيندو، جهنگ جهاڳيندو وتندو هو. جيستائين سندس پساهه پورا ٿين. اهڙيءَ ريت گهڻن سڌڙين جا خانا خراب ٿي ويا، ۽ مومل به وڏا گنج گڏ ڪري پنهنجي پيءُ راجا نند کي پئي پهچايا.

انهن عقوبتن هوندي به، گهڻيئي محبت جا ماريل اڻ ڏٺا عاشق ٿي، ڏيساور ڏوري، ڪشٽ ڪڍي، پتنگن وانگي اچي مومل جي شمع مٿان پاڻ فدا ڪندا هئا. جيڪي مارين جي موچڙن هوندي به پيچري جي پچر نه ڇڏيندا هئا سي نيٺ اتي ئي ڪاڄي ڪپي ويندا هئا. ۽ سندن مڙه ڪاڪ جي



ڪنڌيءَ تي قبر داخل ڪيا ويندا هئا. جيڪي بختن سان حيلا وسيلا ڪري، پيچري مان لنگهي، محلات تائين پهچندا هئا، سي بہ هڪ نہ ٻئي ڪتولي تي ويهي، وجي ڪوهہ جي تري ۾ ڪرندا هئا، جتي آخر پاهہ تي، چيچلائي چيچلائي، دم ڏيندا هئا.

انهيءَ زماني ۾ ٿر جو ملڪ سومرن جي حڪومت هيٺ هو. اِنهيءَ گهراڻي جو پويون حاڪم، همير سومرو، 1400ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. سندس تخت گاهہ امرڪوٽ هو. ڪيس تي ڪن وزير هئا جن ڪان پهر پلڪ بہ پري نہ گذاريندو هو. انهن جا نالا هئا: ڏؤنر ڀٽي، سنهڙو ڏماچاٽي ۽ راٺو ميندرو جو سندس سالو بہ هو. چارئي يار عيش عشرت جا ڪوڏيا هئا. ڪجھ وقت محفلن ۽ مجلسن ۾ گذاريندا هئا، ۽ پڻ شڪار جا شؤقين هئا. هڪ لڳا سنيري، شڪار تي نڪتا هرڻ ڦاڙها ماريندي، مٿان اچي ڏينهن ٿيو. ويسانهيءَ لاءِ جيئن هڪ اوڏڙيءَ وسئن ڏي وڌندا پئي ويا، تيئن اوچتو ئي اوچتو منهن ۾ هڪ سوامي گڏين. سندس بت ڀڀوت سان ڀريل هو، ڪلهن تي سائي شال هئس، ڳچيءَ ۾ سوني مالها ۽ مٿي تي مڳٽ. منهن مان سج جهڙي جوت پئي چمڪيس، ۽ اکين مان ڳاڙها اُلا پئي نڪتس هيءَ لقاءُ ڏسي، چارئي يار دهلجي بيهي رهيا.

"تڏهن همير نهاري راٺي ڏانهن، راٺو ڏانهن همير."

آخر همت جهلي، ميندري نهايت نئڙت سان نمسڪار



ڪري، سواميءَ کي شوال ڪيو تہ ”مهراج! اوهان سان خير تہ آهي، جو وتو ڀهڙيءَ ڏرتتيءَ جو برن پٽن ۾ ڪشالا ڪيندا؟““ سوال سڻنديئي، سوامي ساڻو ٿي ويو. جڏهن وري سڌير ٿيو

”تڏهن ڏسڪي ۽ ڏس ڏي، ٿو روءِ رتو آب،
تا آيس لڏراٽي ڪنئون، عاقلا! ساڻ اسباب،
آئون ننگو، هئس نواب؛ پر ڪاڪ ماري ڪيس ڪاپڙي.“

تنهن تي راٽي-ورجائي پڇيس تہ ”مهراج! مهرباني ڪري ٻڌايو تہ توهان سان ڀهڙو ويل ڪيئن وهيو؟“ جوڳيءَ جواب ڏنو تہ ”راٽا آءٌ بہ اوهان وانگر شهزادو هوس، ۽ در تي سؤ سلامي هوندا هئم. مومل جي سونهن جي ساراهہ سڻي، مٿس مفتون ٿي پيس؛ ۽ مال خزانا ساڻ ڪري، سندس مشاهدي ماڻڻ لاءِ ڪاڪ روانو ٿيس، پر سندس ڪامڻ اڳيان منهنجي ڪانہ هلي. آخر پنهنجو حال مال قربان ڪري، لڏاٽو چڏڻو پيم. هڪ واريءَ سو جيئن مومل محلات جي دريءَ ڪان جهاتي پائي پئي نهاريو، تيئن منهنجي بہ مٿس نظر چڙهي ويئي. بس، انهيءَ ديد ديوانو ڪري وڌم، هاڻ جان جيئندس، تان مومل جي وصال لاءِ واجهائيندو رهندس.“ ائين، چئي، سوامي سارو قصو ڪري ٻڌاين.

اهو درد جو داستان سڻي، چنئي يارن جي دلين ۾ عشق جو ڪاري ڪان چيي ويو، ۽ پڪو پهہ ڪيائون تہ ڪيئن بہ ڪري مومل کي هڪواريءَ ضرور پسبو. پوءِ امر



ڪوٽ ڏي موٽي وڃڻ بدران، اتي ئي راتاهو ڪري، ٻئي ڏينهن اسر جو چارئي يار ڪاڪ ڏي ڪاهي پيا. ٽن چئن ڏينهن سواريءَ بعد[1] نماشام جو اچي مومل جي محلات جي ٻاهران ديرو دمايائون.

هيءَ خبر مومل جي چارين وڃي مومل کي رسائي. پره ڦٽيءَ جو، مومل پنهنجي ٻانهيءَ ناتر کي هار سينگار ڪرائي ڪيس يارن جي آجيان لاءِ روانو ڪيو. ناتر ايندي ئي شرط، نئڙي سلام ڪري، سندن خوش خيرعافيت ڪئي، ۽ هر هڪ جي اڳيان چڻن جي ٿالهي ۽ منجهيل سٽ جي ڦاري رکي، پاڻ هٽي، پوئتي ٿي بيٺي. راڻي کان سواءِ ٻيا سيئي چڻن کي جنبي ويا، ۽ ڪائي ڏءُ ڪري، وينا سٽ سمجهائڻ. گهڻوئي مٿو کوهيائون، پر سٽ نه سمجهيو. راڻي چڻن ڏي نه نهاريو به ڪين. ٿالهي کڻي، گهوڙي اڳيان رکيائين، ۽ سٽ کي ڪاتيءَ سان ڪپي، ان مان مڪٽهارو ناهي، پنهنجي گهوڙي کي سينگاريائين، ۽ فلڪ سان ناتر کي پڪاري چيائين ته ”وڃي پنهنجيءَ سائڻ کي سمورو حال ٻڌائي.“

راڻي جي هيءَ روش ڏسي، ناتر جا تال مول گم ٿي ويا، ۽ پويان پير ڪري، وهلوئي اچي مومل کي ساري حقيقت ٻڌايائين، ۽ چيائينس ته سائڻ! چار ملوڪ تنهنجي ڪڍ ڪهي آيا آهن. آهن مڙئي منهن موچارا پر راڻو رتي

(1) امر ڪوٽ کان لڊاڻو اٽڪل 150 پڪا ميل پري اهي. پلو اُٺ پنجاه کن ميل ڏينهڪ هڻي سگهي ٿو، تنهنڪري امر ڪوٽ کان لڊاڻي پهچڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڏينهن لڳي ويا هوندن.



ڪثر آهي. منهنجي ته صلاح اٿيئي ته ساٿس ڪٿي سڱ ڪر. اهڙي سهڻي جوان کي مارڻ نه سهائي.“ مومل کي البته ترس آيو، پر دل جهلي چيائين ته ”جي راڻو سچ پچ اهڙو سياڻو آهي، ته پاڻيهي اچي مون تائين پهچندو، پر جي مشڪلاتن منجهائي وڌس، ته چئبو ته ٻين جهڙو ئي مورک آهي، ۽ پوءِ مون تي ميار نه آهي.“ وري به راڻي جي سياڻپ پرکڻ لاءِ هڪ حلوي جو ٿالهه ناتر هٿان مهمانن ڏانهن ڏياري مُڪائين. حلوو ڏسندي ئي، راڻي کي ڏاڍي منيان لڳي، سو ناتر کي ڏهڙ ڏيئي چيائين ته ”چا، اسان کي زالون سمجهيو اٿو، جو اهڙو زنانو طعام اسان جي کائڻ لاءِ ڪٽي آئي آهين؟“ ناتر حيراني ۾ پئجي ويئي؛ ۽ پوئين ڪڙي ڪري، سڌو سائڻ ڏي سهڪندي آئي. مومل جي اجا به دل نه رهي. ٻانيائين ته اجا به هڪ ٻيرو راڻي کي آزمايان، سو سوادي سترچي طعام تيار ڪرائي، ۽ انهن ۾ زهر ملائي، وري به ناتر هٿان راڻي ڏي روانا ڪيائين. ناتر ايند ئي شرط، هر هڪ جي اڳيان طعام پڙچي، ڪين عرض ڪيو ته ” هي سڀ سترچيون منهنجي سائڻ خاص اوهان لاءِ پنهنجي مبارڪ هٿن سان رڌيون آهن ۽ اوهان کي منٿ ڪئي اٿس ته ”ٻلائي ڪري، گرهه گرهه کائي، مونتي مهرباني ڪريو.“ همير ۽ سندس ٻه ساٿي اجا لقمو ٻرڻ تي هئا، ته راڻي ڪين روڪ ڪئي، چو ته شڪ ٻيس ته متان ڪاڌي ۾ ڪو ڪريب هجي پوءِ ذرو ڪٽي، ڪتي کي ڏنائين، جو کائيندي شرط،



ڪوڪاٽ ڪري مري ويو. هيءَ حال ڏسي، همير سومرو ٻلئه چنبڙي. اُتي ڪڙو ٿيو، ۽ غصي ۾ ڀرجي چيائين ته ”هلو، ته موتي وطن هلون. هن هچاريءَ سان پڇڻ جي جاءِ نه آهي.“ تنهن تي راڻي وراڻي ڏني ته ”قبلا وريامن جو ڪم نه آهي پوئتي ورڻ، جڳائي ته مانجهي ٿي، ميدان ۾ لهي پئون.“

انهيءَ رد بدل ۾ ئي هئا، ته ناتر گوهي ڏيئي گم ٿي وئي. ۽ وڃي مومل کي سارو قصو سڻايائين، ۽ وري به وينتي ڪري چائينس ته ”هاڻ به ڪٿي منهنجي مت مڃ، راڻي جهڙو مرڪڻ مڙس هرويرو هٿان نه وڃاءِ نه ته ڏاڍو ڪي پڇتائيندينءَ.“ تنهن تي مومل چڙب ڏيئي، چيس ته ”گهوڙي! زبان بند ڪر، آءٌ ڪا پاڻ کي ڪلڻ هاب ڪنديس ڪيئن؟ هاڻ سڏو وڃ، ۽ وڃي چئين ته جي اهڙا سورهيه ۽ سياڻا آهيو، ته اچي بخت آزمايو.“

ناتر حڪم جي ٻانڌي، سا سائڻ ساڻ ڪيئن سينو ساهي؟ منهن ڪڙو ڪري، ڪهندي آئي يارن وٽ، ۽ اچي همير کي چيائين ته ”سائڻ فرمائي ٿي ته ”جي همٿ ساريو، ته هڪ هڪ ٿي، اچي منهنجي ملاقات ڪريو.“ انهيءَ ڳالهه تي سيني آمين ڪئي، پوءِ همير سومرو، جو سينيءَ جو مهندار هو، سو سندرو ٻڌي، ناتر سان گڏجي اٿي پنڌ پيو. جڏهن باغ جو در لنگهي پيچري ۾ پير وڌائين، تڏهن ناتر ڪائنس ڪسڪي، گم ٿي ويئي. پوءِ ته اوجهڙ ۾ وڃي پيو. ويتر ڪلن جي ڪڙڪن ۽ طلسمي شينهن جي گجگوڙين



سندس حوصلا ئي خطا ڪري وڌا. نيٺ جيئن تيئن ڪري سرت ذاري، پڇي پاڻ بچائي، اچي يارن پيڙو ٿيو، ۽ ڪين ليلائي چيائين ته "يارو! مونسان جا ويڌن ٿي آهي، تنهن جي ڳالهه ئي نه پڇو. مومل جو آسرو رکڻ اجايو آهي. هلو، ته اُتي هلون." راڻي وراڻيو ته "قبلا! اوهان ته پنهنجو نصيب آزمايو، پر اسين به ته پنهنجو نصيب آزمايون. جي ائين نه ڪيوسين، ته ساري خلق اسان تان کلندي."

ٻيءَ رات، هنن يارن اجا پاڻ ۾ پهه پئي پچايا، ته ناتر به اچي مٿان نڪتي، ۽ چٽر ڪري، همير سومري کي مشڪي چيائين ته "سائين اوهين ته باغ ۾ ڪن به نه ترسيا. بس، ٿوري دير ۾ ئي ٿڪجي پيا. ائين ونيون هٿ ڪيئون آهن؟ هاڻي آهي ڪو ٻيو، جي هلڻ جو هام ڀري؟" هي حرف ٻڌي، ڏؤنر پٽيءَ مڇون مروڙي، ناتر جي پٺ ورتي. اجا باغ ۾ گهڙيو ئي مس، ته ڪرڳلن سندس ڪن ڪدي وڌا ۽ پيچري ۾ پهڻ بنا ئي پر سوري، اٿي پوئتي ڀڳو، ۽ ڏڪندو ڪنبندو اچي يارن وٽ پهتو.

ٽينءَ رات به ناتر لڏندي لمندي، اچي يارن وٽ حاضر ٿي، ۽ ننولي ڪري، همير سومري کي چيائين ته "قبلا اوهان جو وزير ته اوهان کان به ليڪو لنگهي ويو. ڀلا جن ڪاڏا پلن جا پيٽيارا، تن جا هينئڙا ويچارا! اهڙن سڌڙين کي سهٽين جي پچار ئي نه ڪرڻ گهرجي." هن طعني سنهڙي کي تمام ڪري چڏيو، سو ڪمر ڪشي، اُچانگ



ماري اتي ڪڙو ٿيو. اجا باغ جي ٻاهران ئي هو، ته هيبتناڪ آوازن جو پڙاڏو ڪن تي پيس. ٻڌندي ئي، ققڙپ وٺي ويس، سو ڪن لوساٽي، ساڳيا پير ڪري، پنتي موٽيو. يارن جي ههڙي بزدلي ڏسي، راٺي کي جوش اچي ويو، ۽ پرن ڪيائين ته "جيسين پنهنجي مراد حاصل نه ڪندس، تيسين پوئتي نه ورندس."

چوٿينءَ رات، ناتر وري اچي پرگهٽ ٿي، ۽ نڪ کي موڙو ڏيئي، منهن ۾ گهنڊ وجهي، وڏي واڪي چيائين ته "ڏنوسين، اوهان جهڙن ڪانئرن به راجڪماريون ماڻيون! اهي مڙساڻا ڪپڙا لاهي، ڪٽي زنانو ويس ڍڪيو!" هيءُ سهم سٽي، راٺي کي نهن کان چوٽيءَ تائين باهه وٺي ويئي، سو هڪدم سهي سنيري، زره ڍڪي، سمند گهوڙي تي سوار ٿي، ناتر کي اڳيان ڪري، مومل جي محلات ڏي ڏوڪيندو ويو. جڏهن پيچري جي منهن وٽ پهتو. تڏهن ناتر دستور موجب گوهي ڏيڻ جي ڪئي، پر راٺو هوش سنڀالي، گهوڙي کي اوڙي هٽي وجي متانئس ڪڙڪيو، ۽ ڪيس چوٽيءَ کان جهلي محلات جو گس ورتائين. جيئن وڌندو پئي ويو، تيئن طلسمي ڪلن ۽ جانورن جي ڏمچر سندس ڪن ڪٽي وڌا. پر هن دلير جي دل هرگز نه دهلي. جڏهن پيچري جي، پڇڙيءَ وٽ پهتا، تڏهن ناتر وجهه وٺي، ڪٽي گهوڙي کي ٺيلهو ڏنو، جنهنڪري راٺو باهڙجي ڪري پيو، ۽ پوءِ اونداهي ۾ ڪسڪي، الوپ ٿي ويئي، راٺو سٽت

ٿي پاڻ سنڀالي، پيرين پر ٿيو. ڏسي ته محلات جي اڳيان هڪ خوفناڪ چشمو ڪن پيو ماري ۽ چوليون پيو ڏئي. ڀهريائين سو البت گهبرائجي ويو پر پلڪ ۾ پروڙ پئجي ويس ته ٻئي ساري ٺڪسات وانگر، هيءُ چشمو به هڪ جادوءَ جي ڪيڏ اهي. وري به آزمائڻ لاءِ ڪيسي مان هڪ سوپاري ڪڍي، پاڻيءَ مٿان ڦٽي ڪيائين، جا ٻڏي وڃڻ بدران، تلاءَ ٿان ترڪندي ويئي. هاڻ ته هيڪاري پڪ ٿيس ته هيءَ مڙيو ٺي منڊ آهي، سو نڪا ڪيائين هم نڪا تم، ويو اڳتي ڪاهيندو ۽ سڌو وڃي محلات جي ڏيڍيءَ وٽ نڪتو. مومل جنهن ماڙيءَ جي دريءَ ڪان راڻي جي سورهيائيءَ جو سارو رنگ ويٺي ڏٺو، تنهن هڪدم پنهنجي هڪ خاص ٻانهي سندس مرحبا لاءِ هيٺ رواني ڪئي. ٻانهي ڪيس ڪيڪاري، ديوانخاني ۾ وٺي ويئي ۽ چيائينس ته "سائين! ڪتولي تي ويهي، ڪجهه وسرام ڪريو، ته آءٌ سائڻ ڪي جاڻ ڪري اچان." ست ساڳيا ڪتولا ڏسي، راڻو شڪيو؛ ۽ خيال ڪيائين ته مڃاڻ هتي به ڪا رمز رکيل هجي؛ سو ويهڻ کا اڳ، ڪلهي مان ڪمان لاهي، ان جي گوشي سان پر واري ڪتولي تي زور ڏنائين. هن جو اچان ائين ڪرڻ ۽ گديون غاليچا، جي مٿانئس وڇايل هئا، سي ڌو وڃي هيٺ پيا. جان نهاري، ته ڏسي ته ڪتولي هيٺ هڪ اونهو اوڙاهه لڳو پيو آهي، جنهن ۾ جيڪر ڪو بي نصيب ڪري پوي، ته اندر ڪتلن ڀالن ۽ برڇين تي لڳي، هوند ڇيهون ڇيهون



تي وجي. پوءِ ته ويو هر هڪ ڪٽولي کي آزمائيندو، تان جو صحيح ڪٽولو سڃاڻي مٿس چڙهي بالم تي ويهي رهيو.

هاڻ جڏهن مومل ڏٺو ته سندس ڪيڏن ۾ ڪيلن مان ڪٽوئي ڪين، تڏهن لاچار هڪ ٻانهيءَ هٿان راڻي کي چوائي موڪليائين ته "مهرباني ڪري مٿي هليا اچو." راڻو ٻه سٽهو سٽي، سڌو آيو بالاخاني ۾، جتي ڏسي ته ڪيتريون ڪامڻيون، هڪ جيڏيون، هڪ ورنيون هار سينگار ڪيو، سندس آجيان لاءِ صف ٻڌيو بيٺيون آهن. سيني نئڙي، ڪيس نياز ڪيو. راڻو هنن جي رونق پسي، حيران ٿي ويو، ۽ سماءُ ئي نه پيو پئيس ته منجهائن مومل ڪير آهي. انهيءَ ئي فڪر ۾ غلطان هو، ته اوچتو هڪ پوئر مومل جي وارن جي سرهاڻ تي پنيولجي، اچي مٿانئس پرڻ لڳو. راڻي يڪدم سهي ڪيو ته مومل اها آهي. پوءِ اڳيرو ٿي، مومل کي وڏيءَ اکير سان ڪوڏ ڪرنشون ڪيائين. مومل، جنهن کي راڻي جي سياڻپ، سونهن ۽ سورهيائيءَ اڳ ۾ ئي موهي وڌو هو، سا هينئر پاڻ جهلي نه سگهي. حجاب جو پردو لاهي، لاڏ ماڻو ڇڏي وجي راڻي جي ڳر لڳي، مٺي آواز سان للڪاري چيائينس ته "اي سورهيه سپرين تو مون کي رهَ لهڻو. هاڻي آءٌ تنهنجي گولي ٿي گذاريندس." پوءِ ته شادمانا ٿي ويا ۽ ٻنهي پاڻ ۾ لائون لڏيون، ساري رات محبت ونديائون. صبح جو، راڻو مومل کان موڪلائي، پنهنجن يارن کي ملڻ لاءِ سنيريو، پر مومل کيس ڇڏيئي نه، آخر

ڄڏهن انجام اقرار ڪيائيس ته ”آءٌ اجهوتو وران،“ تڏهن مس مس رخصت ڏنائينس.

راڻو سگهوئي اچي سنگتين سان مليو، جن کي پنهنجيءَ ڪاميابيءَ جو سارو قصو ڪري ٻڌايائين. سندس خوش نصيبيءَ تي سيني واهه واهه ڪئي، ۽ کيس کيرون ڏنيون. جڏهن حال احوال ونـي، ڪل خوشي ڪري، واندا ٿيا، تڏهن همير سومري راڻي کي چيو ته ”يار! اسانکي نهايت خوشي ٿي آهي، جو مومل جهڙيءَ من موهڻيءَ جو هٿ نصيب ٿيو اٿيئي. شال هميشه توکي نيبهه هجي! پر منهنجي ڏاڍي آرزو آهي ته هڪواريءَ آءٌ به جيڪر سندس منهن ڏسان“ راڻي وراڻي ڏني ته ”قبلا! منهنجون ته اکيون ٺرن، پر مومل اهڙي ڳالهه نه مڃيندي، جيڪڏهن هرويرو کيس ڏسڻ جي خواهش اٿو ته ويس بدلائي، مونسان همراهه ٿي هلو.“

جيتوڻيڪ همير سومري کي هيءَ ڳالهه ڳري لڳي، تڏهن به ٻيو ڪو رستو نه ڏسي، لاچار ميهارڪو ويس ڪري، نماشام جو راڻي سان گڏجي مومل جي محلات ڏي راهي ٿيو. مومل جا راڻي لاءِ اکيون پايو ويٺي هئي، سا کيس وڏيءَ اڪنڊ ۽ اُڪير سان ملي، ۽ همير ڏي نهاري پڇيائين ته ”هي ڪير آهي؟“ راڻي جواب ڏنو ته ”هي منهنجو ماڻهو آهي.“ پر همير جي مهانڊي مان ئي مومل کي معلوم ٿيو ته قصو ٻيءَ طرح آهي، سو کيس ٽارڻ لاءِ چيائين ته ”مينهن ته ڏهي وٺ.“ همير کي ڪسجي مسجي چيو ميٽو



پيو، سو تالهڙو ڪٽي، وينو مينهن ڏهڻ. هڪ ته عمر پڻ اهڙو ڪم نه ڪيو هئائين، ٻيو ته مينهن به ڪا هئي تٽين ڏاڍي، سو ڇُرڪيندي ڇُرڪيندي، هٿن ۾ لغون پئجي ويس. راڻو ۽ مومل ڪيس اتيئي ڇڏي، پاڻ وڃي آرامي ٿيا. همير ويچارو، مصيبت جو ماريو، آخر مينهن ڏهي، پالهو ٿيو، ۽ کير جو ٻاگيو نوڪرن کي ڏئي، جڪ ڪائيندو ۽ راڻي کي دل ۾ گاريون ڏيندو، موٽي اچي ماڳ رسيو.

همير سومري کي اهڙيءَ جٺ تي هيڪاري راڻي سان بغض وڌيو، سو ڪيس سيڪت ڏيڻ جون سٽون سٽڻ لڳو. اسر جو، راڻي کي قاصد هٿان چوائي موڪليائين ته "تنهنجا ساٿي ساڻيه لاءِ سنيري رهيا آهن، ۽ توکي پيا سارين. سگهو خبر ڪر ته تون به ساڻ سان هلندين يا هت رهندين؟ جيڪڏهن ديت ڏي ڪو نياپو نڙو ڏيڻو هجيئي، ته اسين حاضر آهيون." راڻي جواب موڪليو ته "ساڻيه کي منهنجا سؤ سلامن جا ڏجو؛ مومل جي محبت ئي مون لاءِ بس آهي. هاڻ منهنجو وطن هيءَ آهي." راڻي جو هيءُ رکو نياپو سڻي، مومل کي ڪهڪاءُ آيو. سو راڻي کي ليلائي چيائين ته "هرويرو يارن سان ڦٽائڻ نه گهرجي. سهڻي صلاح ته هيءَ آهي جو هيڪر وڃي ڪانڌن موڪلائي توڪلائي اچ." مومل جي مت مڃي، راڻو يارن ڏي موڪلائڻ لاءِ روانو ٿيو. اچا وٽن پهتوئي ڪين، ته ڪيس چؤڪنيو ٻڌي، اُٺ تي جڪڙي، سڌو امر ڪوٽ ڏي سٽيندا ويا. اتي پهچڻ بعد، همير



سومري راڻي کي ترم ۾ هنيو. راڻو گهڻو وقت نظر بند رهيو، ۽ مومل جي وچوڙي ۾ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن گذاريائين. هوڏانهن مومل پڻ راڻي لاءِ رات ڏينهن واجهائيندي رهي. آخر ڪن ڇئن چڱن جي چوڻ تي همير مڙيو، ۽ راڻي کي بند مان ڪڍيائين؛ پر انجام ورتائينس ته ”وري مومل جو منهن به نه ڏسندين.“

پر راڻي کي مومل کان سواءِ ڪٿي ئي آرام اچي؟ جيئن مڇي پاڻيءَ کان سواءِ پئي تڙپندي آهي، تيئن راڻي جي دل به محبوب بنا بيقرار هئي. اهڙا انجام ڪي عشق جي اڏو پئي سگهن؟ ستت ئي ساڄي لهي، پنهنجي پلي اُٺ تي چڙهي، لڪ چوريءَ ڪاڪ ڏي ڪاهي، وري وڃي پنهنجيءَ مومل سان مليو. اهڙيءَ طرح، جڏهن جڏهن وجهه ملندو هوس، تڏهن تڏهن وڃي مومل سان رهاڻيون ڪري، موٽي ماڳن تي پيو ايندو هو[1]. انهيءَ قصي جي گهڻو وقت ڪنهن کي به ڪل ڪانه رهي. پر چوندا آهن ته ”عشق ۽ مشڪ به ڪي ڪڏهن ڳجها رهيا؟“ آخر ڳالهه ڦاٽي پيئي.

---

(1) قصہ نويس چون ٿا ته راڻو روز رات جو مومل وٽ وڃي ساڻس رهاڻيون ڪري، اسر ويلي امرڪوٽ موٽي ايندو هو. هن کان اڳ حاشيہ ۾ (ص-24) ڄاڻايو ويو آهي ته امر ڪوٽ ۽ ڪاڪ جي وچ ۾ 150 ميلن جو مفاصلو آهي. اها ڳالهه اڻ ٿيڻي آهي جو ڪوبہ سوار ڪهڙي به پلي اُٺ تي رات وچ ۾ اوڏ موڏ ايترو پنڌ ڪري سگهي. اُن مان پڌرو آهي ته راڻو بعضي بعضي، موقعو وٺي، مومل وٽ ويندو هو، ۽ نه هر روز.



هڪ ڏينهن ينيرڪي جو، جيئن راڻو ڪاڪ ڪان موٽي آيو هو، اُتي جي ٻاڙهي دز لڳڻ تان ڏوئي پئي لاٿائين، تيئن سندس گهرواريءَ جي نظر ٻاڙهيءَ پاٽيءَ تي وڃي پئي. سس کي سڏي، پاٽي ڏيکاري چيائينس ته:

پيتي پُتوءِ پرَ گهر هنڌٽيون ڪَري شيلَ شِڪارَ،
ڪنين ويريين وڌئو، ڪنِين ڏنيسَ مارَ،
ڪيين جيين منجهه ڪپارَ، رت ريلا ڪئو نڪري.

سسڻس رت جهڙو ٻاڙهو پاٽي ڏسي، ڊڄي ويئي، سو سڌو ڊوڙي ويئي همير سومري وٽ. همير سومري هڪدم سهي ڪيو ته اهو رنگ ڪاڪ جي مٽيءَ جو آهي، سوسمجهائين ته راڻي وعدو ٽوڙي، وري مومل سان لهه وچڙ رکي آهي. ڏاڍو ڏمر وٺي ويس، سو وري به ڪٽي ترنگ ۾ هنيائينس؛ سندس اٺ کي پيرن ۾ ميخون هڻائي، جڏو ڪري ڇڏيائين. راڻي کي بند ۾ ڏسي ييڻس، جا همير جي گهر ۾ هئي، تنهنجي دل کي ڏاڍو صدمو پهتو، سو ٻچيءَ ۾ پاند پائي، مڙس کي منٿ ڪيائين ته "ڪيئن به ڪري، ادي کي آزاد ڪر." همير پنهنجيءَ پياريءَ زال جي مرضي رکي، ۽ راڻي کي معافي ڏنائين.

هاڻ ته راڻو ڪليو ڪلايو مومل وٽ وڃي تي سگهيو، پنهنجيءَ پناريءَ اُٺ کي هلڻ کان هلاڪ ڏسي، ڏاڍو ارمان ٿيس. آخر پنهنجي ميرجٽ کان معلوم ٿيس ته ساٻيءَ ڏاچيءَ جو گونرو آهي، جو ماءُ کان به وک ۾ وترو آهي، ماءُ



جي پنيان ڪيترائي پيرا ڪاڪ گهمي آيو آهي. پوءِ ڏاڍي خوشيءَ مان ڪنوات ڪي جهاپا ۽ جهوڙا ٻڌي، چير پارائي، سهائي سنپرائي، متس سوار ٿي، مومل جي محلات ڏي رخ رکيائين، ۽ موج مان ميي ڪي هونگاريندو، هيءَ لات لوندو پئي ويو:

"هل ميان ڪَرهَل! تہ پَسان ماڙيون مُومل جون،
توڪي چنَدن چاريان، طرح موچاري ترهلَ،
اسين ماڻيون مُومل، تون نايو ناڪيليون چرين."

راڻي جي جدائيءَ ۾ مومل بيحال ٿي رهي هئي ۽ گمر ئي ڪانہ هيس تہ هن ڪي وري ڪهڙن ويرين جهليو آهي. سندس ڳڻتيءَ ۾ ڳرندي سڙندي پئي ويئي. رات ٿيندي هئي، تہ هيڪاري انتظاري ۽ بيقراري وڪوڙي ويندي هيس؛ ۽ پنهنجي پرينءَ ڪانسواءِ پلڪ بہ آرام نہ ايندو هوس. پاڻ کي پرپائڻ لاءِ، پنهنجيءَ وڏيءَ ڀيڻ سومل کي راڻي جو ويس پهرائي، پاڻ سان گڏ پلنگ تي سمهاريندي هئي. قضا سان، جنهن رات راڻو سڪ ۽ سوز مان وري اچي سندس ماڙيءَ ۾ پهتو، تنهن رات بہ دستور موجب، ٻئي ڀينرون ٻڪ وجهيو، گهري ننڊ ۾ غرق هيون. هيءُ منظر ڏسي، راڻي کي سخت غيرت آئي، پهريائين تہ پانيائين تہ هڪڙي ئي ڌڪ هڻي پورو ڪري ڇڏيان، پر مومل جي سهڻي صورت ڏسي هٿ ڇيو ئي نہ ڪريس. آخر سور پي، پنهنجو لڪڻ مومل جي پير ۾ نشانيءَ طور رکي، پير پير ۾ ڪري، ماڙيءَ تان هيٺ لهي،



اُٺ تي چڙهي، امرڪوٽ ڏي واپس موٽي ويو. صبح جو، جان مومل جاڳي، ته ڏسي ته راڻي جو لڪڻ سندس پر ۾ رکيو آهي. هڪدم سهي ڪيائين ته راڻو رات جو آيو هو ۽ ڪيس ٻئي ماڻهوءَ سان گڏ ستل سمجهي رسي پوئتي ويو آهي. پوءِ ته ڏانهس قاصدن پٺيان قاصد روانا ڪيائين ۽ گهڻائي ڪانگ اڏايائين، پر هو باز نه آيو. هاڻ مومل کي جيئڻ جنجال ٿي آيو. منهن جو رنگ ئي اباڻتجي ويس، ويس وڳا سڀ وسري ويس، هنڌ ۽ حجرا کائڻ پئي آيس. رات ڏينهن روج ۽ راڙو پئي ڪيائين. راڻي کي پلپل ساري، نت نت سندس واٽ پئي نهاريائين. اها ئي اميد هيس ته ڪنهن ڏينهن راڻو راضي ٿي، واڳ واري وٽس ايندو. پر راڻو وڃڻ کي ويو، وري نه وريو. هاڻ مومل کان وڌيڪ اوسيڙو سنو نه ٿيو، سو وڻجارڪو ويس ڍڪي، ڪاڪ ڪڙي ڪري، امرڪوٽ ۾ اچي نڪتي. اتي راڻي جي محلات سامهون هڪ عاليشان ماڙي ڪٽي اڏايائين[1]. ٿورن گهڻن ڏينهن ۾، راڻي سان ڏيٺ ٿيس. آهستي آهستي هڪ ٻئي وٽ اچڻ وڃڻ جو رستو رکيائون. آخر پاڻ ۾ ايتري قدر ته پريت ٿي وين جو ڪائيندا، پيئندا ۽ ڪيڏندا گڏ هئا. هڪ ڏينهن چوپڙ راند ڪندي جيئن مومل ڍارو ٿي اچليو، تيئن سندس ٻانهن تان ڪپڙو لهي ويو، ۽ راڻي جي اک هن جي

(1) انهيءَ ماڙي جا قتل نشان اڄ ڏينهن تائين امر ڪوٽ کان سڏ پند پري ظاهر بيٺا آهن.



ٻانهن وارين تروڪڙين تي وجي پئي. اهي ڏسي نه پهه سڃاتائين ته هيءَ مومل آهي. مومل ٻه جڏهن ڏٺو ته راز پڌرو ٿي پيو تڏهن يڪدم پاڻ کي ظاهر ڪيائين. پوءِ پلئه پاٽي، راڻي جي پيرن تي ڪري پئي، ۽ ٻاڏائي چوڻ لڳيس ته:

رُس مَ رُسڻ گهورئو، ڇڏِ، راڻا! ريڏائي،
منهنجي ميٺ، ميڌرا! عاقل! اَگلائي،
لپٽيج، لطيف چي، ڪامل! ڪچائي،
ڪر معاف مَدائي، ته سودا! سُڪياڻي ٿيان."

راڻي منهن ۾ گهنڊ پائي جواب ڏنس ته:

ڇني جا هيڪار، ڪيهي جوڙي تنه ول جي،
نه ڄاڻان ٻيهارَ، ميڙو مُئي ڪِين جيئري.

پوءِ مومل سندس دامن ۾ هٿ وجهي، عرض ڪيس ته "منهنجا پيارا! آءٌ آسائتي ٿي آئي آهيان. سو پاڻ پلائي، مون کي پناهه جو پاند ڏي." پر راڻو نه مڙيو. جڏهن سڀ حيلا حوالا هلائي ٿڪي، تڏهن مايوس ٿي، گهر ڏانهن موٽي. ايندي ئي شرط، ڪاٺين جو آڙاهه تيار ڪرائي، وچي ڏاگهه چڙهي. راڻي کي ڪن ۾ اها خبر وجي ڪن پئي، سو ڊوڙندو آڙاهه ڏانهن آيو. مومل کي مچ ۾ ڏسي، سندس ٻه دل اُيري آئي، اکين ۾ آب آئي، ٽپو ڏيئي، متي مچ ۾ ڪاهي پيو؛ ۽ پتنگ وانگي مومل مٿان پاڻ صدقو ڪيائين.

شاهه جي شعر جو اڪثر مضمون آهي: "انسان جي



ڏٺيءَ لاءِ ڳولا." هن سر ۾ قصو ئي اُلٽو ٿيو پيو. هتي خود خدا انسان جو ڳولائو ٿئي ٿو. ڪن ٻين سرن ۾ پڻ انهيءَ "اُلٽي طلب" ڏي اشارا موجود آهن، جهڙوڪ سر ڪلياڻ (31.3) ۾:

"تو جنين جي تات، تن پڻ آهي تنهنجي،
فاذڪروني اذڪرڪم؛ اي پروڙج بات."

سر سهڻيءَ (13.1) ۾:

"پچن جي ميهار کي، پچي سي ميهار،

۽ سر سسئيءَ آبريءَ (8.1) ۾:

"اندر جنين اڃ، پاڻي اڃيو ان کي."

مگر هن ساري سر جو مضمون ئي انهيءَ اصول تي ٻڌل آهي.[1] انسان جو هميشہ حق جو طالبو آهي، تنهن مان ئي ثابت آهي تہ حق بہ انسان جو طالبو آهي. حقيقت ۾ طالب مطلوب آهي ۽ مطلوب طالب. پاسڪل، هڪ فرينچ صوفيءَ جو گفتو آهي تہ "جي اسان حق کي ڳولي نہ لڌو هجي ها، تہ ان جي ڳولا هرگز نہ ڪريون ها." رومي بہ مثنويءَ ۾ ساڳيءَ تند ٿو تنواري:

(1) هڪ انگريز صوفي شاعر. فرانسز ٿامسن نالي (1859ـ 1907ع) پنهنجي مشهور نظم "هائونڊ آف هيون." ۾ "الٽيءَ طلب" جي اُپٽار ڪئي آهي.



"هر ڪہ عاشق ديديش معشوق دان،
کو بنسبت هست هم اين هم آن،
تشنگان گر آب جويند از جهان،
آب هم جويد بعالم تشنگان."

يعني "جنهن کي تون عاشق ڏسين ٿو، تنهن کي معشوق ڪري به ڄاڻ، ڇو ته نسبتاً اُهو هيئن به آهي هوئن به آهي؛ اجايل جيڪڏهن جهان ۾ پاڻيءَ لاءِ پيا واجهائين ته پاڻي به دنيا ۾ اجايل لاءِ پيو واجهائي."

ڪائنات ڪيڏي به ڪشادي هجي ۽ انسان ڪهڙيءَ به ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪٿي پاڻ لڪائي، تڏهن به خدا پنهنجي دوربين نظر سان ڪيس ڳولي، اونداهيءَ مان ڪڍي، روشنائيءَ ۾ آڻي ٿو. مومل وڏائي وس ڪيا ته ڪنهن عاشق جي ور نه چڙهان، ۽ هنر حرفتون هلائي ڪجھ وقت قابو رهي، پر جڏهن راڻي جهڙو جبرو عاشق سندس طالبو ٿي آيو، تڏهن سندس باطل بازين ڪو بقاءُ نه ڪيو.

مومل مان مراد آهي: اهو انسان جو ڌڻيءَ کان منهن موڙي پاڻ لڪائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جيئن مومل سحر سازي ڪري، پنهنجي چوگرد ور ونگڙ پيچرا بنائي، پاڻ کي پوشيده رکي، پنهنجي عاشقن کي نتائي پئي ڇڏيو، تيئن انسان به پنهنجي چوڌاري حرصن حوسن ۽ طرح طرح جي دنيوي اسبابن جو ڄار پکيڙي، پاڻ کي ڌڻيءَ کان محروم رکڻ ۾ مشغول ٿيو وڃي. پر اهي ور وڪڙ خدا کان ڳجها



نٿا رهن. جتي ٻيو ڪوبہ واتھڙو جيڪر منجھي مري، اتي هو سنئون رستو پيدا ڪيو، وجو مٿانئس ڪڙڪي. مائنسٽر ايڪرٽ: هڪ مشھور جُرمن صوفيءَ چيو آهي تہ "جو حق کان ٿهي ٿو، سو آخر وڃيو حق جي هنج ۾ پوي."

پر جنھن انسان کي خدا چوج پئي، ڳولھي ڦولھي، پنھنجي گود ۾ وهاريو آهي تنھنجي تر جيتري بہ خطا سهي نہ ٿو سگھي. هو چاهي ٿو تہ اهڙو مقبول ٻانھو هميشہ سندس محبت ۾ئي مخمور هجي. قضا سان، جيڪڏهن ڪانئس امتحان ونڻ لاءِ، پاڻ ڪسڪائي وڃي، تڏهن بہ هن کي هر دم حاضر ناظر ڄاڻي، ساڻس سچو رهڻ گھرجيس؛ ۽ ٻئي ڪنھن کي بہ ساڻس شريڪ ڪرڻ نہ جڳائيس. خدا وٽ شرڪ سيني ڏوهن ۾ بڇڙو ڏوهہ آهي. روميءَ انهيءَ ڳالھہ ڏانھن اشارو ڪندي، چيو آهي تہ:

شاه را غيرت بود بر هرکہ او،
بو گزيند بعد ازانکہ ديد رو."

يعني، "بادشاه کي انهيءَ شخص تي غيرت اچي ٿي، جو سندس منھن ڏسڻ بعد (کيس ڇڏي)، فقط سندس بوءِ پٺيان متوالو ٿئي ٿو." مومل بہ سچي راڻي کي ڇڏي، جڙتو راڻو بنائي، ان سان پاڻ پرڀايو، جھڙيءَ ريت بني اسرائيلن ڳابي کي جڙتو خدا بنائي، ان جو سجدو ڪيو. انهيءَ ڪن جي خطا خاطر مومل کي راڻي جي غيرت جي سزا ڀوڳڻي پيئي. ۽ وري تيستائين راڻي جو وصال نصيب نہ ٿيس



جيستائين پاڻ کي جلائي ڀسم نہ ڪيائين. اهڙيءَ طرح اهو ڏٺيءَ ڏئو ٻانهو، جو عارضي فراق واري وقت ۾ ٻيو ڪو ٻوتو بنائي ان سان روح ريجهائي ٿو، تنهن کي وري خدا جو ديدار تيستائين حاصل نٿو ٿئي، جيستائين غير گمان ڪڍي، مرڻ کان اڳ، پاڻ کي نٿو ماري.



# عمر ۽ مارئي

عمر مارئيءَ جو قصو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهي، ۽ ڪيترن صاحبن ان کي نثر ۾ توڙي نظم ۾ آندو آهي. مير طاهر محمد، جنهن سنڌ جي تاريخ نالي "تاريخ طاهري"، سنه 1621ع ۾ جوڙي راس ڪئي، تنهن هيءَ قصو ٻه اُن ڪتاب ۾ درج ڪيو آهي. هن صاحب جي هڪ ٻي تصنيف "ناز ونياز" نالي آهي، جنهن ۾ سنڌ جون جهونيون ڪهاڻيون شعر ۾ نقل ڪيون اٿس. "تاريخ طاهريءَ" ۾ چوي ٿو ته جڏهن نواب مرزا خانخانان ٺٽي کي پنهنجي قبضي ۾ آندو، تڏهن شهر جي مکيه ماڻهن کي پاڻ وٽ سڏايائين، ۽ انهن مان مرزا جاني بيگ ۽ ٻين ڪن سکر ماڻهن کي ساڻ ڪري، اڪبر بادشاهه جي دربار ڏانهن روانو ٿيو. دهليءَ ۾ پهچڻ شرط، سنڌ جي رفيقن کي اڪبر جي ملاقات ڪرايائين. خبرون چارون ڏينديون وٺنديون، مارئيءَ جو ذڪر اچي نڪتو. اڪبر انهيءَ دم مرزا جاني بيگ کي فرمايو ته "مارئيءَ جو سربستو احوال ڪري ٻڌايو." مرزا جاني بيگ وراڻي ڏني ته "قبلا هن غلام پاڻ سان مرزا مقيم



نالي هڪ شاعر آندو آهي، جو سنڌي توڙي فارسيءَ جو ماهر آهي ۽ ڪيس هن حقيقت جي پوري پوري پروڙ آهي. جي اجازت هجي، تہ آڻي حاضر ڪريانس." مرزا جاني بيگ کي خود ساري قصي جي سڌ هئي، پر آرزو هئس تہ ڪنهن بهاني مڙيوئي شاعر جي شهنشاهہ سان ڏيٺ ڪرايان. اڪبر اجازت ڏني، شاعر ڪچهريءَ ۾ ڪوٺايو ويو. پر هن ويچاري مارئيءَ جو نالو مس ٻڌو هو، سو اُبتو سبتو پئي ٻڪيائين؛ ۽ پڻ چوڻ لڳو تہ مارئي کي عمر مان هڪ پٽ بہ ڄائو هو. اهڙيءَ اڻ ڄاڻائيءَ تان اڪبر کي سخت مٺيان لڳي، ۽ شاعر شرمندو ٿيو. پوءِ تہ مرزا جاني بيگ سمورو احوال ڪري سڻايو، جو سينيءَ کي اهڙو تہ وڻيو جو مارئيءَ جا بيت سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ وري وري پئي چيائون.

علي شير قانع بہ "تحفه الڪرام" ۾ هيءَ قصو بيان ڪيو آهي. پر جيئن تہ هيءُ ڪتاب سنہ 1767ع ڌاري لکجي تيار ٿيو، تنهن ڪري منجهس آيل احوال "تاريخ طاهري" تان ئي نقل ڪيو ويو ٿو ڏسجي. عام روايت آهي تہ شاهہ عنات پهريون ئي شاعر هو، جنهن مارئيءَ جا بيت سنڌي ٻوليءَ ۾ چيا، ۽ پڻ شاهہ عبداللطيف کي مارئيءَ جو مذڪوره سڻائي، منجهس مارئيءَ جي بيتن چوڻ جو شوق پيدا ڪيو. هيٺ ڏنل آڪاٽيءَ جي سٽا انهن ٻنهيءَ تاريخن ۾ آيل احوال مطابق رکي وئي آهي، مگر ان کي شاهہ جي منظوم ڪيل واقعن سان ملائي، وڌيڪ مائيدار ڪيو ويو آهي.



عمر سومري[1] جي زماني ۾، ٿر ملڪ جي ملير ڳوٺ ۾، الٽي نالي هڪ پنهوار رهندو هو. هيءُ مسڪين مارو ۽ سنڌس زال ماڏوئي[2] سارو ڏينهن مال سان پهري اُن کي جهنگ چاري ايندا هئا. سندن گذران ڏٿ ڏؤنري ۽ جهڻ مکڻ تي هوندو هو. ٻني ٻارو ٻه هون، جنهن جي پوک ڦوگ نالي هڪ هاريءَ جي همراهيءَ سان ڪندا هئا. سڪي ٻني هڪ نياڻي ڄائي هئي. جا چاپنديئي حور جهڙي حسين هئي. جيئن ويئي وڌندي تيئن ويئي. هيڪاري سونهن ۾ سرس ٿيندي. آخر جڏهن سامائي، تڏهن سندس حسن جي هاڪ هنڌين ماڳين هلي ويئي. اها سوپياوان سندري، جا مارو ڦرم جو مرڪ هئي، تنهن کي سڏيندا ئي "مارئي" هئا.

(1) تحفه‌الڪرام جي سند موجب عمر سومري سنہ 1255ع کان وٺي سنہ 1300ع تائين حڪومت ڪئي. پر تاريخ طاهريءَ جو مصنف چوي ٿو ته "خبر نه ٿي پوي ته عمر ڪيترو وقت حڪومت ڪئي، پر سارو وقت ناشائسته عملن ۾ صرف ڪيائين ۽ رعيت جي شرم ۾ هٿ وجهڻ جي بڇڙي علت هوندي هئس."

(2) ڪي قصه نويس ماڏوئيءَ کي مهراد يا مهراڏي به ڪري سڏين ٿا. برٽن صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ اُنجا ماڻهو، (ص-107) ۾ مارئي جي ڳالھ ڪندي، چوي ٿو ته ماڏوئي اصل لاکي ڦلاڻيءَ جي گهر ۾ هئي جتان پالٽو ڪيس ڀڄائي. ملير ۾ وٺي آيو هو. ان وقت مارئي اڳئي ڳرڀ ۾ هيس. ڪڇ ملڪ جي ڪهاڻين ۾ پڻ اهڙو اشارو ٿيل آهي، مگر انهن ۾ جاتايل آهي ته پالٽي مهراڏيءَ کي ڌرم جي ڌيءُ ڪري سنڀاليو. پر اها ڳالھ نڪي شاھ جي ڏنل احوال، نڪي تاريخ طاهريءَ ۽ تحفه الڪرام جي مطابق آهي. شڪ نه آهي ته ڪنهن قصه نويس جي دماغ جو دم پختو آهي.



"پکي منجھ پدمڻي، ڪر ڏئي وراڪا وڄ،
جھڙيءَ صورت سڄُ، تھڙيءَ مورت مارئي."

ٻالپڻي کان ئي ڦوڳ جو مارئي تي ڏاڍو ارواح هوندو هو. هاڻ ته سندس جوانيءَ جو جلوو پسي، ويتر مٿس مست ٿي پيو. آخر پاڻ جھلي نه سگھيو، سو هڪ ڏينهن وڃھ وٺي پالڻي کان مارئي جو سڱ گھريائين. پالڻي ته مارئيءَ جي مائٽي پنھنجي هڪ نياتيءَ کيتسين سان اڳيئي ڪري ڇڏي هئي، سو صفا نابري واريائين. ڦوڳ جون آسون اميدون سڀ پٽ پئجي وئيون ۽ نھن کان چوٽيءَ تائين باھ وٺي ويس. پوءِ ته ساڙ ۽ حسد وچان وير وٺڻ جون سٽون سٽڻ لڳو. پڇ پڇائي، آخر اھا رٽ رٽيائين ته ڪو حيلو هلائي، مارئيءَ کي عمر جي قندي ۾ ڦاسايان. انھيءَ مراد سان ملير ڇڏي اٿي امرڪوٽ ڏي پنڌ پيو، ۽ سٽون ڏيندو سٽت ئي اچي منزل مقصود تي پھتو. عمر اوڏي مھل پنھنجن اميرن وزيرن سان ڪچھري ڪيو ويٺو هو؛ ۽ ڪين هدايتون پئي ڪيائين ته رعيت سان سٺمر ڪرڻ آهي پنھنجي پير تي ڪھاڙو هڻڻ. اوچتو سندس اک وڃي ڦوڳ تي پئي جو در وٽ داد لاءِ دانھون ڪري رهيو هو. هن کي هڪدم سڏائي، کانئس پڇيائين ته "تون ڪير آهين، ۽ توسان ڪھڙي ويڌن آهي؟" ڦوڳ هٿ ادب جا ٻڌي، عرض ڪيو ته "جيئندا قبلا! هن ٻندي کي حضور جن سان هڪ خلاصي خبر ڪرڻي آهي." عمر انھيءَ ساعت ڪچھري برخاست ڪئي ۽ ڦوڳ کي



فرمايو ته "چؤ، جيڪو چوڻو هجيئي." ڦوڳ عرض ڪيو ته "جهان پناهه! ملير جي ڳوٺ ۾ مارئيءَ نالي هڪ نينگر آهي، جنهن جي سونهن جي ڪهڙي صفت ڪريان! آهي سا ڏنار جي ڌيءُ پر سچ به سندس اڳيان سر نمائي ٿو. لڱن تي ليڙون اٿس پر جي لاڪيڻو لباس پهري، ته هوند پرين کي به پري بيهاري. اهڙي من موهڻي مورت شاهي محلات ۾ ئي سونهي."

اهو احوال ٻڌي، عمر کان نياءَ جون نصيحتون وسري ويئون. مارئيءَ جي انڌ ڏنل صورت تي اکين چڪن تي پيو ۽ پڪو پرڻ ڪيائين ته ڪيس حيلي بهاني هٿ ڪري، پنهنجي پٽ راڻي بنائيندس. پوءِ پاڻ ۽ ڦوڳ ويس بدلائي، وهٽ پلاڻي ملير ڏي ڪاهيندا ويا. ٻه چار منزلون ماري ٽئين ڏينهن سچ ايرئي، اچي ملير کي اوڏو پيا[1] هاڻ پاڻ ۾ پهڻ لڳا ته ڪهڙيءَ ريت مارئيءَ کي ڦسلائي ڦندي ۾ آڻجي. اهي گهاٽ گهڙيندا، اچي ڳوٺ واري کوهه وٽ نڪتا.

تر جا کوهه اڪثر اونها ٿين ٿا، جن مان پاڻي ڪڍڻ البت وقت پڇي، انهيءَ سبب ترجائيون آڏيءَ اُٽي سنجڻ

---

(1) امرڪوٽ ملير کان پنجاهه کوهه پري آهي. رسالي جي قلمي نسخن ۾ "امرڪوٽ" جو لفظ "الف"، نه "عين" سان لکيل آهي. اها ئي صحيح هجي آهي، جو ته أمرڪوٽ جو شهر پرمار گهراڻي جي راجپوت امر سنگ اٽڪل يارهين صديءَ عيسويءَ ۾ ٻڌايو هو، ۽ عمر سومري سان ڪوبه واسطو ڪونه اٿس (ڏسو ٽاڊ صاحب جو راجستان، جلد 2، ص- 234)



ويندڙيون آهن. ۽ جيڪي ويسليون تي سمهي رهنديون آهن، تن کي ڏينهن جو وارو مشڪل ملندو آهي، ڇو ته پوءِ گهر جي ٻيءَ ورتڻ ۾ ئي رڌل رهنديون آهن. مارئي به، راڄ جي رواج پٽاندر، هر روز وڏيءَ وير اٿي، کوهه تي پاڻي ڀرڻ ويندي هئي. قضا سان، اڄ ننڊ نهوڙي نيو هوس، سو جيئن جاڳي، تيئن گهڙو کڻي، اٿي کوهه ڏي هلي. اتي سندس هڪ ساهيڙي به بيٺي هئي، جنهن سان اڃان ڪليائين ڪيڪاريائين پئي، اوچتو سندس اک پريان اُٺ تي ايندڙ مسافر تي وڃي پئي. انهن اوڦتو آدمين کي ڏسي، مارئي هيسجي ويئي؛ گهڙو اتي ئي ڦٽو ڪري، پويان پيرڪرڻ لڳي. پر سندس ساهيڙيءَ کيس همٿائي چيو ته ”ڇو ٿي ڇرڪين؟ هي ويچارا ڪي واٽهڙو ٿا ڏسجن. الائجي متان پاڻ ۽ سندس وهٽ اُڃايل هجن، ۽ پاڻيءَ لاءِ هيڏانهن ايندا هجن، گهٽي ۾ گهٽو ته به پاڻ ڪان پاڻيءَ لپ گهرندا، ۽ ان جي عيوض پاڻ به ڪائن ملڪ جو واءُ ساءُ لهنديونسين.“ ساهيڙيءَ جي صلاح تي لڳي، جهڙو موٽي تڙ تي آئي، ته واٽهڙو به اچي مٿانئس ڪڙڪيا. ڦوگ اڳئي عمر کي ڦوڪ ڏيئي ڇڏي هئي ته مارئي اها اٿئي. اهڙو حسن پسي، عمر جي نينهن کي نئون نيش اچي ويو. پوءِ پاڻيءَ پيئڻ جو بهانو ڪري، اُٺ هشائي، لهي هيٺ ٿيو، ۽ اڳيرو وڌي مارئيءَ کي منٿ ڪيائين ته ”پاڻي ڍڪ پيار.“

تڏهن مارئيءَ ماڳهين ڪڏيو، آب اڇو ڪَر ڪير،



آگرين وِچو ڪِرئو، لاهيو وِجهي نيرُ،
مَنجهان حب همير، ٿو گهوروَن وِجهي گهوٽِئو.

ويچاريءَ وسوڙيل جيئن پاٽيءَ پري عمر کي ٿي آڇيو، تيئن هن کيس بازن کان جهلي، ڪٽي اٺ تي چاڙهيو، ۽ واڳون ونيِ، اُتي وطن ڏي وريو.

امر ڪوٽ ۾ اچڻ سان، عمر مارئيءَ کي نيئي وچي محلات ۾ قابو ڪيو. رات جو وٽس لنگهي ويو. ڏسي ته هوءَ رت پيئي روئي، سو کيس چوڻ لڳو ته "روج راڙي مان ڇا ورندو؟ ڏڌو ڪير وري ٿڻين ڪين پوندو. هاٽي هتيئي رهي، منهنجي پٽ راڻي ٿي ويهه. منهنجون ٻيون سڀ راڻيون تنهنجيون گوليون ٿي گذاريندون، ۽ آءٌ ٻه ساري عمر تنهنجو ٻانهو ٿي گذاريندس." پر مارئي جيئن ويئي پنهنجا پکا ۽ پنهوار ياد ڪندي، تيئن ويتر ويئي هنجون هاريندي. آخر جڏهن عمر گهڻو ستايس، تڏهن جواب ڏنائينس ته "منهنجون ڪيتسين سان ازل کان ئي لائون لڏل آهن، سو هن بنا منهنجو جيءُ ٻئي ڪنهن سان مور نه ٻجهندو. مهر ڪري، مون کي موڪل ڏي ته آءٌ موٽي ملير وڃان." پر عمر نه مڙيو ۽ سمجهائين ته جيئن وقت ويندو گذرندو تيئن مارئي ويندي هوڏ تان هٽندي. سندس اها اميد اجائي هئي. جيئن ويئي ويرم پوندي، تيئن مارئيءَ جي من ۾ ويئي عمر لاءِ ڏڪار وڌيڪ ٿيندي. راتو ڏينهن سانبين کي ساري، پيئي جهرندي ۽ جهڄندي هئي. پر انهن مان ٻه ڪو واهرو ڪونه وريو.



عمر ۾ سندس پچر نہ ڇڏي. روز رات جو وڃي لالچون ڏيئي، ريهيندو ريپيندو هوس. پر مارئيءَ پڪن جي پريت ماڙين سان مور نہ مٽي. مارن لاءِ جا اندر ۾ اڪير هيس، سا هرگز ماٺي نہ ٿي ٿيس. عمر جي پٽ پٽيهرن ۽ بخمل بافتن ڪي اباٺيءَ لوئيءَ جو مٽ نہ ڪيائين هن جي سونن روپن گهڻن، عطرن عنبيرن، پلائن، ست رڇين ۽ ميون مٺاين کي تيج برابر ڪري سمجهيائين. عمر گهڻو ئي ڏتاريس، پر وريوئي ڪين. آخر ڏمر وچان ڪٽي ڪوٽ ۾ قيد ڪيائينس، بس، پوءِ تہ ويچاريءَ کي ٻنهي پارين حياتي وهہ ٿي ائي. هيڏانهن عمر جا اهنج ۽ ايذاءَ، هوڏانهن مارن جي لاغرضي ۽ بيپرواهي! اُتر لڳي کوهہ تان ڪجي آئي هئي، مٿان اڃي واهوندا وريا. مارن جون مند مند جون هاجون ياد ڪري، هنجون پئي هاريندي هئي. سندس ورلاپ ٻڌي، واٽهڙو ۾ اکين مان آب پيا آٽيندا هئا. جي سانبيڙا اڃي سار لهنس ها، تہ بندي بند نہ ساري ها.

هاڻ اڃي مينهن جي موسم ٿي آهي. مارو مال ڪاهي، ڍٽين پٽين پکڙجي ويا آهن. هرڪو پنهنجي هاج ڪم ۾ ئي پورو آهي. مارئي جو محلن ۾ هيئون پيو منجهي. نااميدي ۽ نراسائي وڪوڙي ويئي اٿس. ڪٽي ڪسي، ليڙون ليڙون ٿي ويئي اٿس. چڳن ۾ چيڙهہ پئجي ويا اٿس. دل ۾ جا درد جي دونهين پئي دکيس، تنهن هٽي منهن ميرو ڪري وڌو اٿس. ڪاڏو پيتو ڇڏي ڏنو اٿس ۽ مرڻ وهيٽي

اچي تي آهي. سو عمر کي سڏائي، کيس ٻاڏائي چوي تي ته "جيئري ته آجائيءَ جو ڏينهن نه ڏٺم. هاڻي وطن لاءِ واجهائيندي، جي هت ئي مري وڃان، ته مهر ڪري، منهنجو مڙهه ملير روانو ڪج: ۽ دفن ڪفن ويو. مر ۽ لوبان جي بدران، ان کي منهنجي ڏاڏاڻي ڏيهه جي ولين جو واس ڏج" ايئن چئي، ساڻي تي ڪري پيئي.

مارئي کي هل هلان ۾ ڏسي، عمر جي دل اُٿلي آئي؛ سو هڪدم سندس بند خلاص ڪيائين. پر هڪواريءَ وري کيس وينتي ڪري، چيائين ته:

"در دروازا، ڏَريون، هاڻي هتي هو،
ڪوڙيين اڏيان ڪيترا، تَنبو مٿاءَ تو،
جي مُل نه آيا مارئي، تنين رڙ مَ رو،
ڪُوڪٽ آهي ڪو، پسي پَهُنوارنِ ۾،

مارئي وراڻي ڏني ته:

"سِنهي سُئي سبيو، مون ماروءَ سين ساهه،
وينـي ساريان، سومرا! گولاڙا ۽ گاهُ،
هنئون منهنجو هُت تـيو، هت منـي ۽ ماهُ،
پَکن منجه پساهُ، قالب آهي ڪوٽ ۾،"

اهڙو ست ۽ سچائي ڏسي، عمر جو من پـچي پيو. هاڻي هن ستيءَ کي پنهنجي سڳي ڀيڻ ڪري سمجهڻ لڳو، ۽ مارن ڏانهن ماڻهو مڪائين ته "اچي پنهنجي امانت وٺي

وڃو. هي سنيهو سڻي، ويچارن مارن ۾ نئون ساهه پيو. پر شڪ پئي ته متان عمر اسان کي ڪوڙو دلبو ڏيندو هجي، سو هڪ اوٺي سنيرائي روانو ڪيائون ته وڃي سڌ سماءُ لهي اچي. اوٺيءَ امر ڪوٽ ۾ پهچي ماروئيءَ سان ملاقات ڪئي ۽ دلداري ڏيئي چيائنس ته جهڙو ست سيل رکيو اٿئي، تهڙوئي رکيو اچجانءِ. اجهو واهر ورياڪي وريا. پوءِ وهلوئي ملير موٽيو، ۽ مارن کي وڃي سارو حال ٻڌايائين. ساري ڏيهه ۾ واڌايون وري ويئون. پوءِ ته ماروئيءَ جا مائٽ ۽ ڪيتسين گڏجي امر ڪوٽ آيا. عمر سائن وڏا سهج ڪيا، ۽ ماروئيءَ کي سوڪڙيون سڙيون ڏيئي، ڪيس سندن حوالي ڪيو.[1]

"تاريخ طاهري، جو مصنف چوي ٿو ته "ڪيتسين جي من ۾ مارئي بنسبت بدگمان ويهي ويو، سو ڪائنس گوشو پيو ڪندو هو، ۽ اُٺندي وهندي وِڙ پيو وجهندو هوس. سانگي سان عمر کي پتو پئي ويو ته ڪيئن نه ڪيتسين ماروئيءَ جي ست ۾ شڪ آڻي، خود سندس بدنامي ڪري رهيو آهي. ڏاڍي مٺيان لڳس، سو هڪدم فوج سنيرائي، مارن تي حملو ڪرايائين. مارن کي به ڪڙڪ پئجي ويئي، سو اُٿي ڀڳا. هاڻ

(1) رواجي قصه نويس ماروئيءَ جي آزاديءَ جو احوال ٻيءَ نموني ڪن ٿا. چون ٿا ته ڪيتسين لڪ چوريءَ ماروئيءَ کي امرڪوٽ وڃي مليو. پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته مارئي ڪو بهانو ڪري فلاڻي ڏينهن فلاڻي پير جي زيارت لاءِ ويندي، جتي ڪيتسين اُٺ سميتِ هڪيو موندو، ۽ ڪيس اُٺ تي چاڙهي ساٿيهه ڏي سٽيندو ويندو. پوءِ اها رٿ عمل ۾ آئي، ماروئيءَ پاڻ کي آزاد ڪيو. تاريخ طاهريءَ توڙي تحفه الڪرام موجب مارئي پوريا ٻارهن مهينا عمر جي بند ۾ هئي.

تہ هيڪاري وڏيڪ چؤيچو ٿيڻ لڳي. تنهن تي عمر ماٺهن
کي چوڻ لڳو تہ هن ستيءَ جو ور ڇو ٿو ڪيس مفت آزاري؟
اها ڪا خبر پويس ٿي تہ ايئن ڪرڻ سان نہ فقط پنهنجيءَ
زال جي، پر منهنجي بہ شهرت ٿو ڪري؟. هيءَ روئداد
ڏسي، مارئيءَ کي ڏاڍو ارمان ٿيو. پوءِ هيءَ پتورتا، نيات جي
زالن کي تسلي ڏيئي پنهنجي ست جي زور تي سڌو عمر وٽ
لنگهي ويئي؛ ۽ وڃي چيائينس تہ "تون هن ملڪ جو والي
آهين، جي اهڙا اُبتا پار نہ هلين ها، تہ اڄ نہ پاڻ کي پٽائين ها،
نہ مونکي. پرائي لڄ کي بارهن مهينا ڪوٽ ۾ قابو رکي،
ناحق هن کي شڪ شبهي جو شڪار بنائيو، لوڪ کي سچ
ڪوڙ جي ڪهڙي ڪل؟ جي اسان تي بهتان رکيائون، تہ اُن
۾ ڪهڙو عجب؟ غيرت وچان جي منهنجو ڀتار مون کي
هٽي ماري وجهي، تہ بہ ڏوهي نہ چئبو. تلافي تہ ڪانہ ڪئي
اٽلو آيو آهين ڏکويلن کي وڌيڪ ڏکوئڻ! پنهنجا افعال
ساري، امين ٿي ڏس تہ ڪنهنجو ڏوھ آهي." عمر کي اها
ڳالھ دل سان لڳي آئي، ۽ پنهنجي ڪئي ڪان پشيمان ٿي،
فوج واپس گهرائي ورتائين. پوءِ ڪيتسين کي سڏائي چيائين تہ
قسم ڪٽي ٿو چوان تہ مون ڪا خيانت ڪانہ ڪئي آهي.
انهيءَ ڳالھ کي ثابت ڪرڻ لاءِ آءٌ هندو ڌرم جي ڪهڙيءَ
بہ پريکشا لاءِ تيار آهيان."[1] پر مارئي نہ مڃيو ۽ چوڻ لڳي تہ

(1) مارئيءَ جي هندو يا مسلمان هئڻ تي گهڻو بحث مباحثو هلندو ايو
آهي، پر تاريخ طاهريءَ جي هن هيٺ ايندڙ گفتي: "هاڻ هندن جي نظر



"پريکشا مون کي ٿي جڳائي، من ايئن ٿي پاڻ تان ۽ پنهنجي ڪر تان ڪارنهن جو تڪو لاهيان." اها رٿ قبول ٿي. پوءِ هڪ آڙاهه تيار ڪرايو ويو، ۽ منجهس هڪ لوهه جي سيخ تپائڻ لاءِ وڌي ويئي. جڏهن تپي لال ٿي، ۽ کنوڻ جيئان جهلڪا ڏيڻ لڳي، تڏهن مارئي ان کي هٿن ۾ جهلي بيٺي. خدا جي جوڙ، جو لهس به ڪانه آيس. هاڻ هندن جي نظر ۾ هوءَ سڀ عيب کان آجي ٿي ۽ سينيءَ کي تصديق ٿي هوءَ تحقيق ستي آهي. قدرت جو اهڙو عجيب رنگ پسي، عمر به پنهنجيءَ سچائيءَ ثابت ڪرڻ لاءِ متي مچ ۾ ڪاهي پيو. سندس وارو به ونگو نه ٿيو. هاٺي ماڻهن جا وات بند ٿي ويا. هن کان پوءِ ڪيتسين ۽ مارئيءَ پاڻ ۾ محبت وندي، باقيءَ حياتيءَ جا ڏينهن سک سانت ۾ گذارڻ لڳا[1]

هن سر ۾ شاهه انسان جي اصلوڪي وطن جي اپتار ڪئي آهي. ڪو وقت هو، جو هيءُ سارو عالم عدم جي اوڙاهه ۾ غرق هو. پر جڏهن خدا خواهش ڪئي ته پنهنجي ذات ۽ صفات جي لڪل خزاني کي کولي ظاهر ڪريان، تڏهن "ڪن" چئي، ڪائنات کي وجود ۾ آندائين، ۽ انسانن جا روح خلقي، انهن کان وفاداريءَ جو واعدو ورتي،

---

۾ وغيره" مان صاف ظاهر آهي ته مارئي هندو هئي. شايد هيل تائين کنهن تڪليف ورتي، اهو ڪتاب نظر مان نه ڪڍيو آهي، انهيءَ ڪري ئي ايترو اجايو بحث هلندو آيو آهي.

(1) تحفه الڪرام جو مصنف به اها ساڳي ڳالهه ٿو ڪري.



ڪين عالم ارواح ۾ رکيائين. جيئن مارئيءَ ملير ۾ جهل پل بنا، سرتين سان پاڻ ريجهائي، روح رچنديون پئي ڪيون، ۽ پنهنجي محبوب ڪيتسين سان محبت ونديءِ، سندس خدمت ۾ حياتي سڦلي پئي ڪئي، تيئن روحن به وحدت جي واديءَ ۾ هڪ ٻئي سان رهاڻيون ڪري، عرش جي ڪنگرن مٿان پکين جيان پرواز ڪري، پنهنجي رب جي الفت ۽ عبادت ۾ زندگي صرف پئي ڪئي. آخر جڏهن "اهبطو [1] جو امر ٿيو ۽ روح جسماني جامو پهري، عرش تان لهي فرش تي پيا، تڏهن ساڻن اهڙي ڪار ٿي جهڙي مارئيءَ سان امر ڪوٽ ۾.

هاڻي روح نه فقط اچي دنيا جي ڪوٽ ۾ قابو ٿيا، پر نفس جي ڦندي ۾ پڻ ڦاسي ويا. ڪيترا ته مجازي مزن جو شڪار بنجي، پنهنجو ساٿيهه وساري ويهي رهيا. حديث ۾ فرمايل آهي ته "الدنيا سِجن للمؤمنين وَ جنّه لِلڪافرين، يعني "هيءَ دنيا مومن لاءِ قيد آهي ۽ ڪافر لاءِ بهشت. اصل انسان کي هن بنديخاني ۾ بنهه آرام نٿو اچي. جيئن مارئيءَ جو قالب ڪوٽ ۾ هو، پر قلب ملير ۾، تيئن اهڙن انسانن جو به بت بنديخاني ۾ آهي، مگر سندن من هميشه لامڪان ۾ پيو وسي. رات ڏينهن حقيقي محبوب کي ساري، اکين مان ارتو آب پيا هارين. هوڏانهن نفس به عمر وانگر ڪنجون ڪنيو بيٺو آهي ته ڪين ڏتاري، ڏٽيءَ ڪان ڏار

(1) يعني "هيٺ الهو."



ڪريان. گھٽيئي تاب دڙڪا تو ڪرين، گھٽيئي لپ لالچون تو ڏئين، پر هو مارئيءَ وانگر ثابت قدم رهي، نڪي تا ساٽيھ جي سارچڏين ۽ نڪي تا محبوب ڪان منهن موڙين، اَٽ ئي پھر نفس سان جنگ جوٽيندا پيا اچن. نفس بہ آخر نا اميد ٿي، سندن پچر ئي ڇڏيو ڏئي. پوءِ جيئن ملير مارئي مدد لاءِ هڪ قاصد ڪھي آيو هو، تيئن اهڙن مقبول بانهن جي لاءِ بہ خدا جي طرفان ڪونہ ڪو هادي اچئو پيدا ٿئي، جو ڪين نفس جي قيد مان آزاد ڪري، وجئو ابد لاءِ محبوب جو مشاهدو ماڻائي.

جاميءَ پنهنجي ڪتاب "يوسف زليخا" ۾ هن حقيقت ڏانهن نهايت دلچسپ اِشارو ڪيو آهي:

"دلا تاڪي درين ڪاخ مجازي.
ڪني مانند طفلان خاڪبازي؟
توئي آن دست پرور مرغ گستاخ
ڪہ بودت آشيان بيرون ازين ڪاخ؛
چرا زان آشيان بيگانہ گشتي؟
چو دونان چغد اين ويرانہ گشتي؟
بيفشان بال و پر ز آميزش خاڪ
بپر تان ڪنگر ايوان افلاڪ."

يعني، "اي روح! تون هن مجازي محلات ۾ ڪيترو وقت ٻارن وانگر مٽيءَ سان پيو کيڏندين؟ تون اهو دادلو ڪوڏ نپايل پکي آهين، جنهن جو اصلوڪو آکيرو هن فاني



محلات کان ٻاهر هو. جو انهيءَ آکيري کي ڇڏي، ويڳاڻو ٿيو. ڇيڙي وانگر هن دنيا جي ويراني ۾ پيو ڀٽڪين؟ هن دنيا جي خاڪ پنهنجن پرن تان ڇنڊي، وڃي عرش جي ڪنگرن تي پرواز ڪري ويھ."



# نوري ۽ ڄام تماچي

سمي گهراڻي[1] جي هاڪاري حاڪم ڄام تماچي جي

(1) سما اصل جادَوَ گهراڻي جا راجپوت هئا. سنہ 1053ع ڌاري؛ جڏهن سنڌ سومرن جي هٿ ۾ آئي، تڏهن هو سمن کي ڏاڍو ستائڻ لڳا. انهيءَ ڪري ڪيترائي سما سنڌ ڇڏي، ڪڇ ڏي ڀڄي ويا. اُتي سن 1320ع ڌاري، پنهنجو راڄ ڪڙو ڪيائون. اڄ ڏينهن تائين، سنڌن پويان جي پاڻ کي جاڙيجا سڏائين ٿا، اهي ڪڇ تي حڪومت ڪندا اچن. باقي سما جي سنڌ ۾ رهيا، تن سينني اسلام قبول ڪيو. سنہ 1333ع ڌاري، علاءُ الدين خلجيءَ سومرن جي پاڙ پٽي ڦٽي ڪئي، تڏهن سمن وجھ ونيي، پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، ۽ ننو پنهنجي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيائون. ڄام اُنڙ هن گهراڻي جو پهريون حاڪم هو. ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ ڄام جوڻو گادي نشين ٿيو. سگهوئي فيروز تغلق سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ ڄام جوڻي ۽ سندس ڀائٽي ٻابيني کي نظر بند ڪري، دهليءَ وني ويو. پوءِ حڪومت جون واڳون سندس ٻئي ڀائٽي تماچيءَ جي هٿ آيون. پر هن تغلق گهراڻي جي خلاف بغاوت ڪري، پاڻ کي خود مختيار ڪيو. ڄام تماچيءَ کان پوءِ، ڏهن ٻين ڄامن هڪ ٻئي جي پٺيان حڪومت ڪئي.

انهن مان ڄام ننڊو مشهور ۽ جبرو حاڪم ٿي گذريو آهي. ڄام فيروز آخري حاڪم هو. هن 1520ع ڌاري شاهہ بيگ ارغون، قندهار جي امير کان شڪست کاڌي، ۽ ڪانئس پوءِ سنڌ ۾ ارغون گهراڻي جي حڪومت شروع ٿي.

ڏينهن ۾، ڪينجهر ڍنڍ[1] تي ڪي مهاڻا رهندا هئا. ڪين نڪي ڪي هيون اڏيل جايون؛ ۽ نڪي ڪي هئن مال اسباب: اٽڻ وهڻ، ڪائڻ پيئڻ، سڀ هوندو هون ٻيڙين تي. مرد ماڻهو مڏ مڪڙا موڙي يا ٻانڌين تي وبهي، مڇيون ماري: رڇن جا رڇ ڪلهن تي ڍوئي، آڻي مياڻين تي ڍير ڪندا هئا. مهاڻيون وري مڇين کي ڪارين ۾ ڪٽي، واٽن تي وڃي وهنديون هيون؛ جتي انهن کي چيري، ٻيرا ٻيرا ڪري، گراهڪن کي وڪڻنديون هيون. سندن ٻار ننڍڙڪا ٿيو، سارو ڏينهن لڏڙن وانگر پاڻيءَ ۾ پيا تڙڳندا هئا. پلا، جن جو رات ڏينهن وهنوار ئي ککين سان، تن وٽ اجائي اُجرائي ڪٿان آئي؟ اُٽلو، وٽن گند جا گدام لڳا پيا هوندا هئا. ڪير جو سندن پر ۾ بيهي سگهي؟ قضاني، جي ڪنهن ڪمبخت جو پاند سندن پاند سان لڳي ويو، ته گگر گگر پندا ا يا؛ بدبوءَ بنهه نه لهي. جهڙا هئن جسم گدلا، تهڙا هئن هڏ ڏيٺا. مهاڻدن ۾ اهڙا ڪارا ۽ ڪوجها هئا، جو ڏٺي ڪرهت وينو وڃي؛ مگر وٽن هڪ نينگر هئي، جنهن جي سونهن جي ڪهڙي ساراهه ڪجي! شڪل شبيه توڙي هلت

(1) ڪينجهر ڍنڍ، ٺٽي ۽ جهرڪن جي وچ ۾ هيلايا ٽڪريءَ جي هيٺان آهي. آس پاس گهاٽا ٻيلا لڳا پيا اٿس. چون ٿا ته ڄام تماچيءَ هيلايا ٽڪريءَ تي هڪ عاليشان ماڙي اڏائي هئي جتي شڪار ڪري رچي آرام ڪندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن نوريءَ کي به اُتي وٺي وڃي سائنس رهاڻيون ڪندو هو. اها ماڙي هاڻ ڦٽي ويئي آهي، مگر سندس نشان اڃا ظاهر آهن.



چلت ۾ مهاڻي مور نہ هئي؛ ويتر انهيءَ ڪِن جي ڪُن ۾ املھ ماڻڪ هئي. منهن مان اهڙو تہ نوراني حسن پيو بکندو هوس، جو ڪيس سڏيندا ئي ”نوري“ هئا.

ڄام تماچي شيل شڪار جو نهايت شوقين هوندو هو. هڪ لڳا جيئن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، ڪنجهر ڍنڍ جو سير پئي ڪيائين، تيئن اوچتو سندس نظر وڃي نوريءَ تي پئي. نوريءَ جي نيڻن ۾ اهڙو تہ ڪو ڪامڻ هو، جو ڪيس ڏسنديئي، ڄام مورڇا تي ويو. جڏهن موٽي محلات ۾ آيو، تڏهن ڪيس ڪي بہ نہ ٿي اڇيو. نوريءَ جي ناز اهڙو تہ سچهائي وڌو هوس، جو اُن ڪانسواءِ ڪن بہ آرام نٿي آيس. آخر ذات پات جا وهم ڦٽا ڪري نوريءَ جي مائٽن کي سڏائي، ڪائنس سندن سڱ گهريائين. مهاڻن جي تہ الله ٻڌي، سو وڏيءَ خوشيءَ سان قبول ڪيائون[1] پوءِ تہ شادمانا ٿي ويا. خزانن جا دروازا کلي ويا. سون ۽ ربي جون رانديون لڳي ويئون. هزارن جا هيرا ۽ لکن جون لعلون لٽجي ويئون.

(1) هندن جي مشهور ڪتاب ”مهاڀارت“ ۾ بہ اهڙي قسم جي آکاڻي آيل آهي، هڪ ڏينهن، جيئن راڄ پراشر جمنا نديءَ جو ڪنارو ونيو پئي ويو. تيئن سندس نظر ستيوتيءَ نالي هڪ سندر مهاڻيءَ تي وڃي پئي. ڏسڻ شرط، مٿس موهت ٿي پيو، ۽ ساڻس شادي ڪري، اٽي محلات ۾ وهاريائينس. منجهانئس ڪيس هڪ پٽ ڄائو جنهن کي وياس ڪري سڏيندا آهن. هند جي عقيدي موجب، چارئي ويد انهيءَ وياس جا جمع ڪيل آهن راجا پراشر جي مرڻ بعد، ستيہ وتيءَ وري راجا شانتنوءَ سان شادي ڪئي. اُن مان ڪيس بہ پٽ ڄاوا، جن مان هڪڙو مشهور ڀيشم، ڪؤرون ۽ پانڊون جو پرڏاڏو هو.



مهاڻن جو بہ بخت وري ويو. ڍلون ۽ محصول مڙئي معاف ٿي وين ۽ ساري ڪينجهر ڏيندي مٿن امداد ٿي ويئي. آخر ڄام نوريءَ جي ٻانهن ۾ ٻيڙو ٻڌي، آئي ڪيس راتين ۾ راتي ڏکئي. محلات ۾ ساڻس ڏاڍا سهڄ ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ سندس محبت ۾ اهڙو مست ٿي ويندو هو، جو موڄل ڪٽي، ٻيهي مٿانئس هٽندو هو. وقتي تہ ڪيس ساڻ ڏئري، ڪينجهر ۾ مڇيءَ جوشڪار پيو ڪندو هو. نوريءَ کي، ايڏو اوج ٿي ڏسي، وٽس سوين سلامي ٿي ايندا هئا! خود سميون، هٿ ۾ پيئون ڇڄنديون هيون، تن کي بہ سندس اڳيان نيچ نوائڻو پوندو هو. پر اهڙي سهاڳ هوندي بہ، نوريءَ جو من نہ وڌيو. جي ناز هوس تہ نياز جي بہ منجهس ڪمي ڪانہ هئي. گيرب ۽ گاءَ جي تہ بوءِ بہ ڪانہ هيس. ڄام کي هميشہ ائين ئي پئي چوندي هئي تہ "آءٌ عيبن ڀري مسڪين مهاڻي آهيان، پنهنجا وڙ ڪري، مون نيچ کي نوازئو اٿيئي. شال ڏٺي ڪندو جو تنهنجو نينهن نت نيبهہ ٿيندم!"

چون ٿا تہ هڪ ڀيري ڄام تماچيءَ جي دل ٿي تہ نوريءَ جي نياز ۽ نئڙت جي پرک لهان. سو حويليءَ تي ڄرائي مڪائين تہ "اڄ شام جو سيئي سهي سنيري ويهجو. پوءِ اءٌ اوهان مان، جنهن کي چت چاهيم، تنهن کي پاڻ سان گڏ گاڏيءَ چاڙهي، گهمائڻ وٺي هلندس." هي نياپو سٺي، سميون سيند سرما ڪري پاڻ کي سينگاري وينيون، ۽ هر هڪ ائين پئي سمجهيو تہ ڄام مون کي نوازيندو. نوريءَ نہڪو ڪيو هو هار، نڪو سينگار، اُتلو پنهنجو اباڻو وڳو



اوڍي، نماٽي ٿي ويهي رهي هئي. ڇام مقرر ڪيل وقت تي حويليءَ اندر گهڙي آيو. سميون اوچا ڳاٽ ڪري، سندس آجيان جي لاءِ اڳتي وڌيون، ۽ ناز نخرا ڪري، ڪيس ريجهائڻ لڳيون، پر وريوئي ڪين. نوريءَ ته ڪنڌ هيٺ ڪري، نهٺائيءَ سان پٺي نهاريو. ڏسڻ شرط، ڇام وڌي وٽس ويو، ۽ ٻانهن کان وٺي گاڏي ۾ چاڙهيائينس. رات جو، جڏهن گهمي ڦري گهر موٽيا، تڏهن سينيءَ راڻين جي روبرو ڪيس پنهنجي پٽراڻي پڌرو ڪيائين.

هن سر ۾ شاهه وري به انهيءَ ”اُلٽي طلب“ جي اُپٽار ڪئي آهي، جنهن جو ذڪر سر مومل راڻي ۾ اڳيئي ڪيو ويو آهي. تفاوت رڳو هيءُ آهي جو نوريءَ کي مومل وانگر ظاهري زينت ڪا به ڪانهي؛ نه اٽس حسب نه نسب، نه مال نه اسباب، نه هار نه سينگار. مومل راجڪماري آهي، ۽ نوري مئڪي ڏيءُ آهي، مگر اندر آئيني کان به اوجل اٽس. مومل هٿ ۾ پيئي ڇڄي ۽ ڪنهن کي به پاڻ جهڙو نٿي سمجهي، نوري پنهنجو پاڻ پسي، لڄ ۾ پئي لڪي. اهڙي ميري ماڻڪ ڏي اشارو ڪندي، رومي مثنويءَ ۾ چيو آهي:

”آن گل سرخ ست، تو خونش مخوان،
مست عقل ست او، تو مجنونش مخوان.“

يعني ”هوءَ گلاب جو گل آهي، متان ڪيس رت سڏيو اٿيئي، هوءَ الاهي ۾ عقل مست آهي، متان ڪيس متوالي سڏيو اٿيئي.“



دنيا ۾ ته اهڙي املهه ماڻهڪ ڏي نفرت جي نظر سان نهاري، مگر خدا جو دلين جو دانا آهي، سو مٿس مفتون آهي. 'ان الله جميل، يحب الجمال'، يعني "خدا خود سهڻو آهي، ۽ سونهن تي عاشق آهي." جنهن انسان جي اندر ۾ سونهن ۽ سرت آهي، تنهن کي هو پاڻيهي ڳولي ڦولهي، وچيو پنهنجيءَ گود ۾ وهاري.

"جيڏاه ناهه گمان، تيڏاه سڄڻ سامهون."



# سهڻي ۽ ميهار

مغل خاندان جي مشهور بادشاهه شاهه جهان (1627- 1655ع) جي زماني ۾، پنجاب ملڪ جي گجرات شهر ۾ تلا نالي هڪ هاڪارو ڪنير رهندو هو. متيءَ جي ٿانون جوڙڻ جي فن ۾ بي نظير هو. خود بادشاهه ۽ سندس امير به گهر جي ورتڻ جا ٿانو ڪانئس خريد ڪندا هئا، ۽ مٿس هر قسم جي نوازش ۽ مهرباني ڪندا هئا. انهيءَ ڪنيار کي هڪ نياڻي هئي، جنهن جو جنم شب قدر جي سڀوريءَ رات جو ٿيو هو. ٻالپڻي کان ئي، هن نينگر جي چهري مان نوراني حسن پيو ٻهڪندو هو، ۽ جيئن عمر ۾ اُسرندي ويئي، تيئن سندس جلوو ۽ جمال به زياده ٿيندو ويو. سندس بيمثل سونهن جي ڪري ڪيس سڏيندا ئي "سهڻي" هئا. سندس ذهن ۽ ذڪاءُ اهڙا اعليٰ درجي جا هئا، جو ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي سارو ڪلام الله ڪنٺ ڪري ڇڏيو هئائين. مطلب ته چوڏهين ورهين جي ڄمار ۾ چوڏس جو چنڊ ٿي پئي.

ساڳئي زماني، ۾ هڪ وڏو واپاري ميرزا عالي نالي بخارا ۾ رهندو هو. جهڙو هو شاهوڪار، تهڙو ئي هو سخي ۽



ديانتدار، دنيا جا سڀ سک نصيب هئس، مگر اولاد جو سڪايل هو. رات ڏينهن اها تاڙي لڳي پئي هوندي هئس. نيٺ هڪ ڏينهن معلوم ٿيس ته ڪنهن اجنبي درويش اچي سندس وطن ۾ واسو ڪيو آهي. هڪدم سندس زيارت لاءِ روانو ٿيو. فقير سان ملاقات ڪري، هن کي پنهنجي دل جو درد ٻڌايائين. درويش دعا ڪيس ۽ چيائينس ته "تنهنجي من جي مراد جلد پوري ٿيندي ۽ ستت ئي هڪڙو پٽ ڄمندءِ، مگر اهو سورهن سالن جي عمر ۾ توکي جدائيءَ جو ڏاغ ڏيئي، ڪنهن ڏوراهين ڏيهه رمندو رهندو."

پوري ڏهين مهيني، مرزا عاليءَ کي پٽڙو ڄائو. چون ٿا ته هن جو جنم سڀاڳيءَ شب قدر جي رات جو ٿيو جنهن تي سهڻي ڄائي هئي. چوگرد واڌايون وري ويئون. ڇوڪري جو نالو عزت بيگ رکيائون ۽ کيس لاڏ ڪوڏ سان نپايو ويو. جڏهن وڏيرو ٿيو، تڏهن هندستان ملڪ جنهن جي گهڻي تعريف ٻڌي هئائين، تنهنجي ڏسڻ جو اندر ۾ اچي شوق جاڳيس. پٽس کي جڏهن سندس ارادي جي خبر پئي، تڏهن ان کيس گهڻو ئي روڪيو؛ پر هو باز نه آيو. آخر ڳچ مال متاع ساڻ کڻي، سير ۽ سوداگريءَ لاءِ ڳوٺان سنيري، هندستان ڏي رخ رکيائين گهمندي گهمندي اچي دهليءَ ۾ نڪتو. ڳچ مدت دهليءَ ۾ عيش عشرت ۽ مزي ۾ گذاريائين، پر نيٺ ڪک تي پيو ۽ لاهور وڃڻ جو پهه ڪيائين. لاهور جو شان ۽ شوڪت ڏسي نهايت خوش ٿيو



۽ اتي جون ڪيتريون نفيس ۽ عمديون شيون خريد ڪري، وري وطن ڏي واڳن وارڻ جو خيال ڪيائين. جڏهن گجرات شهر جي ويجهو پهتو، جو راويءَ ۽ چناب ندين جي دو آب ۾ نظاري ۽ نزاڪت سان اڏيل هو، تڏهن ان جي رونق پسي، دل تيس ته ٻه چار ڏينهن رهي ويساهين وٺان. شهر جي بزرگن ۽ سکر ماڻهن سان ڏيٺ ڪيائين، ۽ هڪڙي ڏينهن پاڻ وٽ ڳاني جي مجلس ڪيائين. محفل ۾ ڳالهين تان ڳالهيون ڪندي، ذڪر نڪتو ته شهر ۾ تلا ڪنير رهي ٿو، جو ٿانون جوڙڻ جي هنر ۾ نهايت قابل آهي ۽ جهڙس ساري هندستان ۾ ڳولهيو نه لهندو. عزت بيگ کي انهيءَ ڪنيار ۽ سندس ٿانون ڏسڻ جو شوق ٿيو ۽ مرضي ٿيس ته ڪي ٿانو خريد ڪري، سوڪڙيءَ طور پنهنجي ڳوٺ کڻي وڃان. پنهنجي هڪ نوڪر کي تلا جي گهر موڪليائين ته وڃي ڪي سهڻا برتن نموني طور وٺي اچي. ٿانو خريد ڪندي، نوڪر جي نظر تلا جي سهڻيءَ ڌيءَ تي پئجي ويئي. هن جو حسن ڏسي حيران ٿي ويو. موٽڻ شرط، پنهنجي خاوند کي سهڻيءَ جي سونهن جي ساک ڏنائين. ٻڌڻ شرط، عزت بيگ جي اندر ۾ اچي عشق جي آگ ڀڙڪي ۽ ري ڏٺي سهڻيءَ تي مفتون ٿي پيو، ۽ هن جي موهڻيءَ مورت ڏسڻ لاءِ، ٿانون خريد ڪرڻ جي بهاني ڪنير جي گهر ڏانهن روانو ٿيو. سهڻيءَ کي ڏسڻ شرط، سڪ جو سلو جو سندس سيني ۾ اڻ ڏٺو اسريو هو، سو هيڪاري وڌي وڻ ٿي

پيو.

هاڻ، هن وطن جو خيال موراهين منان لاهي ڦٽو ڪيو. شهر ۾ هڪ دڪان کٽي کوليائين، جنهن ۾ تلا ڪنير کان ٿانو گهڻي پيو وڪڻندو هو. هر روز ٿانون ڳنهڻ جي بهاني، تلا جي گهر پيو ويندو هو ۽ انهيءَ ريت پنهنجي محبوب جو ديدار ڪري، پيو دل خوش ڪندو هو. عشقبازيءَ ۾ اهڙو محو ٿي ويو، جو پنهنجي مال متاع جو ڪا به سماع نه رهيس. مهانگا ڳنڍل ٿانو سستي اگهه تي وڪڻي، آخر پاڻ کي ڪنگال ڪري وڌائين. جڏهن سنڌس نوڪرن ڏٺو ته اسان جو ڌڻي گجرات ۾ کپ کوڙي ويهي رهيو آهي ۽ بخارا موٽڻ جي وائي نٿو واري، تڏهن هڪ رات، جو، اوچتو ئي اوچتو، باقي رهيل کهيل مال ۽ سامان ٺڳائي زمندا رهيا. هن حادثي عزت بيگ کي ويتر سچو ڪري ڇڏيو. پر تڏهن به دستور موجب روز تلا وٽ وڃي، اوڌر تي ٿانو خريد ڪري ايندو هو. نيٺ قرض ۾ ٽٻي ويو، ۽ تلا به هاڻ ڪانئس قرض جي تقاضا ڪرڻ لڳو. تنهن تي عزت بيگ چيس ته "منهنجا نوڪر مون کي ڦري اچو ڪري ويا آهن، هڙ ۾ ڪي ڪين اٿم جو ڏيانءِ، باقي جي قبول هجيئي ته تو وٽ نوڪر ٿي وهي قرض جا پئسا پورا ڪري ڏيانءِ." تلا اها آڇ مڃي ۽ کيس پاڻ وٽ نوڪر ڪري ٻيهاريائين ۽ مٿس هر روز گهر ٻهارڻ، باسڻ ملڻ ۽ ٿانون جوڙڻ لاءِ درياهه مان چيڪي مٽي آڻڻ جو ڪم رکيائين.



عزت بيگ جو ناز سان نپنو هو، تنهن جي لاءِ هڪ نوڪر وانگي نيچ پورهيو ڪرڻ نهايت ڪٺن ڪم هو، پر يار جي ديدار سندس دل کي آٿت پئي ڏنو. رڳو اهو سو خطرو رهندو هوس ته متان ڪنيار مون کي ڪاهل ڏسي، نوڪريءَ کان جواب ڏئي، تنهنڪري جيءَ کي جفا ڏيئي، سخت محنت ڪندو هو. نيٺ هٿي پاڻ کي جهوري وڌائين. تلا کي مٿس ڪهل آئي، جنهن اڳتي پنهنجي مينهن چارڻ جي ڪم تي ڪري ڇڏيس. هر روز ڏڪيءَ جو، مينهون پهرائي درياهه جي پار ويندو هو، ۽ نماشام جو موٽي وٺاڻ تي ايندو هو. انهيءَ سبب مٿس "ميهار" جو نالو پئجي ويو.

هڪ ڏينهن سانجهيءَ جو، جيئن مينهن جي ڏهائي پئي ڪيائين، تيئن سهڻي ڪنهن سانگي سان وٺاڻ ڏي آئي ۽ ميهار کي مينهون ڏهندو ڏسي، سڄر ڪير پئڻ جي سڌ ٿيس، ۽ هن کان چڪو وٺي پيتائين. ميهار هاڻ سهڻيءَ کي اڪيلو ڏسي، مينهن ڏهندي، ساڻس پنهنجي اندر جو آزار اوريو ۽ مٿس جيڪا ماجرا وهي هئي، تنهنجو سربستو بيان ڪري ٻڌايائينس. سهڻي جا ذات جي حليم هئي، تنهن کي ميهار جي حال تي رحم اچي ويو. ازانسواءِ هن جي سهڻي صورت ڏسي، سندس دل ٻه ڏانهنس ڇڪي ڏني ۽ ٻنهيءَ جي وچ ۾ گهرو سنبند ٿي ويو. پوءِ ڏيهاڙي سهڻي ڪير ۽ مهيءَ جو منه ڪري صبح شام ميهار وٽ وڃي، ڳجهي محبت ونديندي هئي، ۽ سندس منهن ڏسڻ کانسواءِ آرام نه ايندو هوس.



میھارا مھِي، پیتائین پریم جي،
ارڪ، سرڪ، سید چي، لڳیس ڏوت ڏھي،
سگھي تان نہ سھي، ملي جان نہ میھار کي.

پر خون خستوري لڪڻ جا ناھن. سھڻيءَ جي ھلت ماڻھن ۾ چؤبولو پیدا ڪیو، تان جو سندس ماءُ کي بہ کڙڪ پئجي ویئي. ماءُ ڌيءَ کي ڳجھ ڳوھ ۾ گھڻو ئي سمجھایو، مگر ھوءَ باز نہ آئي. نیٺ لاچار تي مڙس سان ڳالھ ڪيائين. جنھن ھڪدم میھار کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڦٽو ڪیو، گلا ۽ غیبت کي تارڻ لاءِ سنتئي سھڻيءَ کي سندس سؤٽ ڏم سان شاديءَ ڪرائڻ جو سعیو ڪيائون. سھڻيءَ ویچاريءَ گھڻو ئي پٽیو ڪوھیو، پر وریو ڪي ڪین. آخر زبردستي ڪري ڏم سان سندس نڪاح پڙھیائون.

جڏھن ساھري گھر ویئي، تڏھن خدا کي باڏایائین تہ اي "پرده پوش! ڪو اھڙو سبب ڪر، جيئن منھنجو ست ۽ سیل سلامت رھي اچي." ڌڻيءَ سندس عرض اُنایو. ڏم کي روز رات جو اھڙي اگھور ننڊ وٺي ویندي ھئي، جو سھڻيءَ جي یادگیري بہ نہ رھندي ھئس. اھڙيءَ ریت سھڻي پاڪدامن رھي. پر پلپل پرينءَ کي یاد ڪري، پئي پچندي ۽ پڄرندي ھئي، ۽ درياھ تي وڃي ڏيھ جي ڏوڏين ڪان سندس ڏس پتو پئي پڇندي ھئي. ھوڏانھن وري میھار کي وڇوڙي جي درد ماري وڌو. ڪجھ ڏينھن تہ فقیراڻو لباس ڪري شھر جي آسپاس ڦرندو وتندو ھو. نیٺ ھڪ ڏينھن وجھ وٺي سھڻيءَ



جي ساهري گهر وجي سئن هنيائين. سهڻيءَ آواز مان سهي
ڪيو ته ڪير آهي ۽ بکيا ڏيڻ جي بهاني سان در تي اچي،
پنهنجيءَ لاچاريءَ جو سمورو حال سڻايائين. ۽ پڻ ائين به
چيائينس ته "خدا منهنجو ست قائم رکيو آهي ۽ اميد ته
پنهنجو ميڙائو جلدي ٿيندو." جيتوڻيڪ سهڻيءَ سان هڪوار
ملڻ ڪري ڪيس گهڻو ڌيرج آيو. تڏهن به نااميدي گهيري
ويس، ۽ حياتيءَ مان عاجز ٿي. جهنگ منهن ڏيئي رمندو
رهيو. گهمندي ڦرندي اچي هڪڙي پهاڙ تي نڪتو، جنهن تي
گورکناٿ جي هڪ مڙهي اڏيل هئي. مڙهيءَ جي ٻاهران
بيهي سيند هنيائين، جنهن تي مهنت ٻاهر نڪري آيو ۽
چيائينس ته "جيڪڏهن جوڳي آهين ته اندر هليو آءُ." ميهار
ورائي ڏنيس ته "مان جوڳي نه آهيان مگر خواهش اٿم ته
جوڳي ٿيان."

مهنت کي هن جي سهڻيءَ شڪل شبيهه ۽ لڇڻ موهي
وڌو ۽ کيس هڪدم جوڳين جي ڪوفي ۾ داخل
ڪيائين. ٿورا ڏينهن مڙهيءَ ۾ گذاري مهنت جي اهڙي ته
خدمت ۽ چاڪري ڪيائين، جو هو مٿس نهايت راضي
ٿيو، ۽ کيس ور گهرڻ لاءِ اشارو ڪيائين. ميهار مهنت کي
پنهنجي محبوب سان وصال حاصل ڪرڻ لاءِ وينتي ڪئي.
مهنت خاطري ڏنيس ۽ دعا ڪيائينس ته "تنهنجي اندر جي
آس جلد پوري ٿيندي." پوءِ ميهار خوش ٿي، موٽي محبوب
جي وطن ڏي ويو، چناب نديءَ جي پرينءَ پر سهڻيءَ جي



گھر جي آمھون سامھون، دونھي دڪائي، فقير ٻڌجي ويھي رھيو. سندس سھڻي صورت ۽ نيڪ سيرت ڏسي اوسي پاسي جا ملاح ۽ ٻيلي ۾ رھندڙ ميھار اچي وٽس ڪچھريون ڪندا ھئا. جنھن ڪري وٽس مڇي، مکڻ ۽ ڏڌ جام ھوندا ھئا. ٿوريئي عرصي ۾ سندس ناماچار وڌندو ويو ۽ عام خلق وٽس زيارت ۽ دعا لاءِ اچڻ لڳي. دستور موجب، شھر جي زالن جي به وٽس آمدرفت ٿيڻ لڳي. سھڻيءَ کي جڏھن ھن نئين فقير جي اچڻ جي خبر ملي تڏھن شڪ پيس ته ھي شايد منھنجو دوست ميھار آھي، سو ھڪ ڏينھن پنھنجي ٽٽان کي آزي نيزاري ڪري، موڪل وٺي، فقير جي زيارت لاءِ آئي ڏسڻ شرط ھن کي صحيح سڃاتائين. فرصت وٺي، ھڏ؛ ٻئي سان ڳجھ ڳوھي، صلاح ڪيائون ته اڳتي ھر روز رات جو ميھار ندي تري، اورينءَ پر اچي، سھڻي کي ملي.

ھاڻ ميھار ھر رات تري اچي سھڻيءَ کي ملندو ھو. ھميشه پاڻ سان پڪل مڇي کڻي ايندو ھو جا ٻئي گڏجي کائيندا ھئا ۽ پره ڦٽيءَ تائين ھڪ ٻئي سان ريجھ رھاڻ ڪري وري پنھنجي پنھنجي ماڳ موٽي ويندا ھئا. ڪيترا ڏينھن قصو ائين پئي ھليو. ھڪڙي ڏينھن طوفان جي ڪري ميرحرن وٽان ڪيس مڇي ڪانه ملي. خيال ڪيائين ته يار وٽ، ھٿين خالي وڃڻ نه جڳائي، تنھنجي ڪري پنھنجي ران کي چيري، ان مان گوشت ٽڪر ڪڍي پچائي، سھڻيءَ لاءِ تحفو ڪري کڻي ويو. پر گھڻي رت ڇڏڻ ۽ پاڻيءَ ۾ پسڻ



ڪري، اورينءَ پر پهچڻ شرط ساڻو ئي ڪري پيو. سهڻي هي حال ڏسي، ڏاڍو حيران ٿي. جڏهن ميهار سامت ۾ آيو تڏهن ڪانئس سندس ماندگيءَ جو سبب پڇيائين. ميهار سارو حال ڪري ٻڌايس. محبوب جي اهڙي قرباني ڏسي، سهڻيءَ کي نهايت رقت ۽ درد پيدا ٿيو ۽ چيائين ته ”تون پنهنجو فرض ادا ڪري چڪين. هاڻ جڳائي ته آءٌ به پنهنجي فرض ادائي ڪريان.“ پر ميهار سندس ڳالهه نه مڃي. ٻيءَ رات جو هن ميهار جو گهڻو انتظار ۽ اوسيڙو ڪيو، پر هو پيدا نه ٿيو. سهي ڪيائين ته ميهار کي سور بيحال ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جي ڪري ئي سمن تي پورو نه رهيو آهي. ميهار جي بيماريءَ ڪري سندس دل ۾ نهايت اڻ تڻ ۽ آنڌ مانڌ ٿي.

تڙ نه گهڙي تور، توءِ من ڪاڍو ميهار ڏي،
ڏاڍو دور درياهه ۾ سڪڻ وڏو سور.

نيٺ هڪ پڪو گهڙو هٿ ڪري، همت جهلي:

پاڻ اڇلي آب ۾، وهه سر وڌائين،
لهريون لنگهيائين، لطف ساڻ، لطيف چئي.

ميهار هن جي همت ۽ قرب ڏسي گد گد ٿي ويو، مگر جنهن صورت ۾ پاڻ اچا نبل ۽ نستو هو، تنهن صورت ۾ لاچار قبول ڪرڻو پيس ته آئيندي سهڻي وٽس تري وڃي. هن ڪانپوءِ سهڻي هر رات هار سينگار ڪري، سياري توڙي اونهاري، درياهه جي درندن جو خوف نه رکي، لڙ لهريون



لڏگھي، وچي پنھنجي حبيب سان ھيڪاندي ٿيندي ھئي، ۽ سندس ٽھل ٽڪور ڪري، اسر جو اچي گھر پيڙي ٿيندي ھئي. ميھار جي دونھيءَ جو شعاع سندس رھنما ٿيندو ھو. موٽي اچڻ بعد، گھڙو ڪناري تي ڪانھن جي گھاٽن ٻوڙن ۾ لڪائي رکي ويندي ھئي.

ھڪ رات جو بدقسمتيءَ سببان، سھڻيءَ جي نڻان ڪي سجاڳي ٿي. ھن کي ٻنيي ڪان ٻاھر ويندو ڏسي، لڪي سندس پنيان لڳي، ۽ ساري حقيقت کان واقف ٿي، موٽي اچي گھر سکي ٿي. صبح جو ياءُ سان ڳالھ ڪيائين. پوءِ ٻنهي سھڻيءَ کي گھٽو سمجھايو ۽ طعنا تنڪا ھنيا، پر سھڻي ٻڌو انڻ ٻڌو ڪري، مقرر وقت تي پنھنجي منزل کي پيئي ڳجڻ ويندي ھئي.

آخر جڏھن ڏٺائون تہ سھڻي مڙڻ جي نہ آھي، تڏھن ڏاوڙ ۽ غصي ۾ پرجي ويا، ۽ پرن ڪيائون تہ ھھڙيءَ نابڪاري ياج کي نهوڙي نيڻ گھرجي. جتي سھڻي گھڙو لڪائي رکندي ھئي سا جاءِ نڻان چٽائي ڇڏي ھئي. ھڪ ڏينھن منجھند جو وچي، پڪو گھڙو ٻوڙن مان ڪڍي، ان جي عيوض ھڪ پڪي دلي وانگر داءَ ڏنل ڪچو گھڙو رکي ئي.

تہ سياري جي رات آھي، اُڀ ڪارن ڪڪرن سان ڇانئجي ويو آھي، چوڌاري اونده انڌوڪار لڳو پيو آھي، سخت طوفان پيو گھوگھاٽ ڪري، درياھ مستن وانگر مؤج



۾ پيو جهولي، ڪنن جو ڪڙڪو پيو پوي، لهرون لوڙا پيون ڏين، ڪنوڻ جا چمڪاٽ پيا پون، ۽ مينهن به اوهيرا ڪيو پيو وسي، جڻ ته قدرت پنهنجي وس آهر سهڻيءَ کي چتاءُ ڪري رهي آهي ته اڄ درياهه ۾ گهڙڻ جو خيال من تان لاهي ڦِٽو ڪر. سهڻيءَ جي دل ۾ به طرح طرح جا خيال ۽ خطرا اچڻ لڳا، پر هيءَ ڍهلجڻ واري نه هئي ۽ سمن تي پوري رهي. عشق جي انڌ وچان، ڪچي گهڙي جي ڪل نه رکي، ڪنن ۾ ڪاهي پيئي. جڏهن وچ سير ۾ پهتي، تڏهن پيلو پرڻ لڳو. پر هن ستيءَ همت نه هاري، ڪجهه وقت ٻانهن ۽ پيرن سان ترندي ويئي، پر نيٺ سندس عضوا هٽي هٽي، نستا ٿي پيا ۽ غوطا کائڻ لڳي. گهٽيئي دانهون ڪوڪون ڪيائين ۽ ميهار کي سڏ ڪيائين. ميهار جو سندس لاءِ انتظار ڪري رهيو هو، تنهن کي سڏن جو پڙلاءُ ڪن تي پيو، جنهن مان معلوم ڪيائين ته سهڻي ٻڏڻ تي آهي. پاڻ ويچارو بلڪل ڏٻرو ۽ ضعيف ٿيو پيو هو، تنهنڪري ملاحن کي ڏاڍيون ميڙون منٿون ڪيائين ته "پنهنجي مڏن تي چڙهي، سهڻيءَ کي بچائڻ جو ڪو بلو ڪريو." پر طوفان سبب ملاحن صفا نابري واري. تنهن تي پيو ڪو چارو نه ڏسي درياهه کي پٽيندو، پاراتا ڏيندو، پاڻيءَ ۾ گهڙي پيو، ۽ تري وڃي سهڻي کي رسيو. پر هيڻائيءَ سبب سهڻيءَ کي تارڻ جي طاقت ڪانه رهي هئس. آخر ٻئي ساٿا ٿي هڪ ٻئي جي ياڪر ۾ درياهه ۾ غرق ٿي ويا.



نڪو ساهڙ سڌ، نڪا سڄي سوهڻي.

مرحوم شمس العلما ميرزا قليچ بيگ صاحب، پنهنجي ڪتاب "سر سهڻي" ص-1 ۾ سهڻيءَ ۽ ميهار جو احوال ڏيندي چوي ٿو ته "اهو قصو پنجابي ڪتابن جو آهي، مگر سنڌ ۾ ٿورو ٻيءَ طرح چوندا آهن. چوندا آهن ته سهڻي ذات جي، واهوچي هئي جا سنڌو درياهه جي الهندي ڪناري تي رهندي هئي، ۽ سندس مڙس جنهن جو نالو ڏم هو، سو ذات جو ساميٽو هو، ۽ درياهه جي اڀرندي پر ڏانهن رهندو هو؛ ۽ ميهار جو نالو ساهڙ هو. چوندا آهن ته جڏهن سهڻيءَ ۽ ڏم جي شادي ٿي، ڄڃ پتڻ تي آئي، تڏهن ميهار ڪان ڪير، چڏڪو وٺي، سڳڻ خاطر، گهوٽ ڪنوار کي ڏنائون. جنهن جي پيئڻ سان سهڻيءَ جي دل ميهار سان اٽڪي ويئي ۽ منجهن حقيقي عشق اچي پيدا ٿيو. سهڻيءَ جي قبر شهدادپور شهر جي نزديڪ حيدرآباد ضلع جي هالن واري پاڳي ۾ آهي. اتان ڪنهن زماني ۾ درياهه وهندو هو."

ساڳئي طرح اهڙي قسم جو عشقي قصو يوناني ڏند ڪٿائن ۾ پڻ ڏنل آهي. هيلسپانٽ گچي سمند جي ٻنهي ڪنارن تي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٻه شهر هئا، جن مان هڪڙي جو نالو آبيداس هو ۽ ٻئي جو سيسٽاس. سيسٽاس ۾، هيرو نالي هڪ سهڻي ڪنيا، وينس ديويءَ (زهره) جي مندر ۾ شيوڪ ٿي گذاريندي هئي، ۽ آبيداس ۾، ليئنڊر نالي هڪ حسين جوان رهندو هو. وينس جي



مندر تي سال بسال هڪ وڏو ميڙو لڳندو هو، جنهن تي ماڻهن جا حشام اچي مڙندا هئا. هڪ اهڙي موقعي تي ليئنڊر ۽ هيرو جون اکيون پاڻ ۾ اڙي ويئون. پر جنهن صورت ۾ هيرو وينس جي شيوڪ هئي، تنهن صورت ۾ عمر تائين حق بخشايل هوس ۽ مندر کان ٻاهر نڪرڻو نہ هوس. تنهنڪري هي ٻئي پاڻ ۾ ڳجهہ ڳوهہ ۾ پريت ونڊڻ لڳا. ليئنڊر هر رات درياهہ تري اچي ساڻس ريجهہ رهاڻ ڪري، صبح جو موٽي ويندو هو. نيٺ سندن ناتو بلڪل ڳوڙهو ٿي ويو. انهيءَ تي وينس ۽ ٻيا ديوتائون نهايت ڪوپ ٿيا. هڪڙيءَ رات درياهہ جي ديوتا نيپچون سخت طوفان ڪڙو ڪيو، جنهن ڪري ليئنڊر لهرن ۾ لڙهي ويو. صبح جو جڏهن هيرو کي خبر پئي، تڏهن هن بہ پاڻ کي درياهہ ۾ اڇلي ڦٽو ڪيو، ۽ نيٺ ٻنهيءَ جو ميڙائو موت ۾ ٿيو.

سهڻيءَ ۽ ميهار جي محبت جي ڳالهہ، جيتوڻيڪ نهايت ڏک ڀريل ۽ دل ڀڄائيندڙ آهي، تڏهن بہ رڳي سڪني آکاڻي نہ آهي. منجهس هڪ وڏي تمثيل رٿيل آهي. سر سريراڳ ۾ شاهہ سنسار کي هڪ مها ساگر سان مشابهت ڏني آهي ۽ انسان کي خدا جي طلب ۽ توهہ حاصل ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي. هت وري طريقت ۽ معرفت جي اُپٽار ڪئي اٿس. جهڙيءَ ريت سهڻيءَ کي درياهہ تري، ميهار کي پار ملڻو هو، تهڙيءَ ريت انسان کي بہ هن فاني جُهان جو درياهہ تري پنهنجي حقيقي محبوب سان وصال حاصل ڪرڻو آهي. مگر



جنهن جو انگ ازل ۾ لکيل آهي، سوئي اهڙي سياڳ جو ڳولائو آهي. سهڻيءَ جون ٻه ميهار سان ميثاق کان ئي لائون لڳل هيون. تنهنڪري هن دنيا ۾ ٻه وري اچي کيس ڳولي لڌائين. انهيءَ ڪري چئبو ته سهڻيءَ مان مراد آهي سالڪ. سالڪ کي ٻن قسمن جي مصيبتن کي منهن ڏيڻو آهي: هڪڙيون بيروني، ۽ ٻيون اندروني. جيئن سهڻيءَ جي حالت ۾، درياهه ۽ انجا خوف خطرا بيروني مصيبتون هيون، ۽ گهر اندر ڏمر ۽ انجا ڏکا اندروني مصيبتون هيون؛ تيئن سالڪ جي حالت ۾، بيروني مصيبتون آهن: دنيا ۽ دنيويءَ تعلقات. ۽ اندروني مصيبتون آهن: نفس ۽ نفساتي وسوسا. اهي ٻئي هن کي سنئين راهه کان گمراهه ڪرڻ جي هروجهه ڪوشش پيا ڪن. ساهڙ پرينءَ پر سڪيءَ ڏنيءَ تي آهي. جڏهن دنيوي درياهه لنگهي پار پئبو، تڏهن ئي ان جو ديدار ٿيندو. هاڻي جنهن صورت ۾ سالڪ کي اهڙيون بيروني توڙي اندروني آفتون درپيش آهن، تنهن صورت ۾ هن کي ضرور ڪي ڪارگر اپاءَ ۽ وسيلا کپن، جن جي سهاري سندس مقصد حاصل ٿئي. سهڻيءَ جي حالت ۾، پهرين ڳالهه جا بلڪل ضروري هئي، سا هئي خدا کي ياداڻي ڏمر کي اگهور ننڊ ۾ وجهڻ، ته متان هو جاڳي کيس محبوب جي ملڻ جي سانباهيءَ ۾ رنڊڪ وجهي؛ ۽ ٻي ڳالهه جا سندس لاءِ ضروري هئي، سا هئي ڪنيار وٽ وڃي گهڙو حاصل ڪرڻ، جنهن جي مدد سان پار تري وڃي. سالڪ جي



حالت ۾ ٻه، اول شرط آهي پنهنجي ڏمر جهڙي ڪوڙي ۽ ڪوڙهي نفس کي قابو ڪرڻ، يعني عقل ۽ ايمان، عبادت ۽ رياضت جي رستي مٿس ضابطو رکڻ. جڏهن هو هن منزل کي رسي ٿو. تڏهن هڪ نئين قسم جي ڪشش پيدا ٿئي ٿي، جا کيس چڪي، حقيقي محبوب جي ديدار جو مشتاق بڻائي ٿي. پوءِ هن کي عشق جو آڳه وٺي، ڪنهن ڪنيار، يعني مرشد ڪامل جي مدد سان طريقت تورڻي پوي ٿي. طريقت جو تڙ نهايت اڙانگو ۽ ترڪڻو آهي، ۽ امڪان آهي ته سالڪ جو پير ڪنهن مهل به کسڪي وڃي. پر مرشد جي فيض جي نظر، جا هڪ پڪي گهڙي مثل آهي، سا سندس رهبري ڪري، کيس معرفت جي دڳ لڳائي ٿي. پوءِ سالڪ کي محبوب جو ديدار حاصل ٿيڻ لڳي ٿو. پر جنهن صورت ۾ جسم، نفس ۽ حواسن جي بلا اڃا سندس گردن ۾ پيل آهي، تنهن صورت ۾ اهو ديدار گهڻو وقت جٽاءُ نٿو ڪري. پل ساعت کنوڻ وانگي چمڪاٽ ڪيو، الوپ ٿيو وڃي. انهيءَ ۾ هڪ وڏي حڪمت رکيل آهي، جو ته جيڪڏهن ڪا شيءِ جلد ۽ آسانيءَ سان هٿ اچي ٿي ته ان جو پورو قدر نٿو پوي.

هر ڪه او ارزان خرد ارزان ذهد،
گوهري طفلي بقرص نان دهد."

يعني "جيڪو سهانگو گنهندو، سو سهانگوئي وڪڻدو، ٻار ماڻڪ مانيءَ ٽڪر تي ڏيئي ڇڏيندو." سو جيڪڏهن



محبوب جو دائمي وصال ستت ئي ور پوندو، تہ سالڪ جي جيءَ اندر جا لوچ آهي سا هڪدم ماني ٿي ويندي.
انهيءَ ڪري ئي شاهہ چيو آهي تہ:

وصالا فراق جي، ٿي سڀ ڳالهہ ڳري.

ڪڏهن دوست جو در ڪليل هوندو ۽ ڪڏهن تاڪي ڏنل هوندي، يعني ڪڏهن "بسط" هوندو ۽ ڪڏهن "قبض،" تہ سالڪ باقي رهيل ڪهيل جسمانيت ۽ خام طبع کي پهاڻ جيئن پچائي، رڪ جي حالت کي رسي، پاڻ کي پرينءَ جي پورڻ ۽ دائمي وصال جو پورو پورو لائق بنائيندو.

پر جنهن هڪوار محبوب جو مشاهدو ماڻيو آهي ۽ جنهن وصال جي "مهيءَ" جي چڪي چکي ڏٺي آهي، تنهن کي دائمي ديدار ۽ وصال کان سواءِ ڪٿي ٿو آرام اچي؟ سندس سڪ ۽ سورڪي نهايت نہ آهي. جيستائين محبوب سان نٿو ملي، تيستائين سندس جيءَ پيو جلي ۽ جيئن جيئن وڃي محبوب جو ديدار ڪندو، تيئن تيئن وڃي سندس سڪ زور پوندي.

جڏهن سالڪ هن منزل کي رسي ٿو، تڏهن محبوب جي ديدار کان سواءِ هن کي ٻيو ڪي بہ نٿو اُجهي. پوءِ سڀ دنيوي توڙي ديني، بيروني توڙي اندروني لاڳاپا ۽ سنبند توڙي، وسيلا ۽ اڌار وڃائي، گناهہ ۽ ثواب، نفع ۽ نقصان، ها ۽ جيت، ڏک ۽ سک، جسم ۽ جان، جن مڙنيءَ مان هر ڪي دوئيءَ جي بوءِ اچي ٿي، سي ترڪ ڪري، پڻ



پنهنجي انفرادي هستي وڃائي؛ ”موتوا قبل ان تموتوا[1] جو درجو پائي ٿو. هن کان پوءِ هو محبوب جو هميشہ لاءِ مشاهدو ماڻي ٿو، ۽ وحدت جو عميق، جنهن جو هيءُ سنسار روپي ساگر بہ فقط هڪ جزو آهي، تنهن ۾ لڏ ٿي، ساري سرشتي پاڻ ۾ سمايل ڏسي ٿو.

سهسين سائر ٻوڙيون، منڊ ٻوڙيو مهراڻ.

هاڻ سندس روح ۾ توڙي اکين کان ٻاهر، محبوب کان سواءِ ٻيو ڪي بہ نٿو ڀاسي ۽ ڪائنات جي هر هڪ جزي مان کيس حق جو جلوو پيو نظر اچي.

سيت پچار پرين جي، سيت هوت حضور.

اهڙو جيون مڪت عارف، باقي حياتيءَ جا ڏينهن مشاهدي ۾ گذاري، موت لاءِ منتظر رهي ٿو؛ جو امر ڪيل وقت تي اچي، سندس جسم جي ڪچي گهڙيءِ کي توڙي، کيس ابد تائين حق ۾ غرق ڪيو ڇڏي.

(1) يعني، مرڻ کان اڳ پاڻ کي ماريو.“



# سسئي ۽ پنهون

رجا دلو راءِ جي زماني ۾، ياڻير واهه جي پر تي، نانيا (نائون) نالي هڪ ٻانيڻ رهندو هو. پاڻ ۾ سندس گهر واري، جنهن جو نالو منڌر هو، سي ٻئي اولاد لاءِ سڪايل هئا. نيٺ پيريءَ ۾ کين هڪ نياڻي ڄائي، جا سونهن ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ کي به شهه ڏيئي وئي. پر سندس ستاري مان معلوم ٿيو ته سندس انگ ڪنهن مسلمان سان اڙيل آهي. اهڙيءَ شهرت ۽ بدناميءَ کان پاڻ بچائڻ لاءِ، نائونءَ ۽ سندس ناريءَ انهيءَ بي بها موتيءَ کي وڏي افسوس سان صندوق جي سپ ۾ درج ڪري، درياهه ۾ داخل ڪيو. صندوق لهرن ۾ لڙهندي، قضا سان اچي ڀنڀور جي پرسان ڪناري تي نڪتي. انهيءَ شهر ۾ محمد نالي هڪ ڌوٻي رهندو هو، جنهن کي "لالا" به ڪري سڏيندا هئا. سندس هٿ هيٺ پنج سو ڪاريگر ڪمائيندا هئا ۽ چڱيءَ پونجيءَ وارو هو، پر ويچاري کي اولاد.پٽيءَ ڪونه هو. جڏهن ڪاريگرن جي نظر ان پيتي تي پيئي، تڏهن ان کي پاڻيءَ مان ڪڍي، پنهنجي استاد وٽ کڻي آيا. ڌوٻيءَ صندوق کولي،



جان ڪٿي ڏسي ته هڪ سدا سهڻو ٻار منجهس ستو پيو آهي. ٻار کي ڪڍي پنهنجي گود لاتائين ۽ مٿس سسئي نالو رکيائين، جنهن جي معنيٰ آهي چنڊ[1]. سندس زال سسئيءَ کي گهڻي لاڏ ڪوڏ سان نپائڻ لڳي. جڏهن عمر رسيدي ٿي، تڏهن سندس نينهن جي نيزن ڪيترن نيازمندن جي دلين کي گهائي وڌو. سڀ ماڻهون سندس موهڻيءَ مورت تي مفتون ٿي پيا ۽ جيڏانهن ويندي هئي تيڏانهن سندس چنڊ جهڙي منهن جي چوڌاري، ڪتيءَ جي تارن وانگر ميڙ ڪري بيهندا هئا. گاذر جون اکيون ٻه، سسئيءَ کي ڏسيو، پيون ٺرنديون هيون ۽ هن جي سک ۽ آرام لاءِ هرڪا ڪوشش ڪندو هو. سندس لاءِ هڪ عاليشان محلات اڏايائين، جنهن جي چوڌاري هڪ وڏو باغ رکيائين. سسئي انهيءَ باغ ۾ پنهنجي سهيلين سان گڏجي اٺڻ ۾ ويهي ڪنيندي هئي.

ان زماني ۾ ڪيچ مڪران جا قافلا ڀنڀور جي شهر مان لنگهي، ٺٽي ۽ ٻين ملڪن ڏانهن واپار ڪرڻ لاءِ ويندا هئا، ۽ سسئيءَ جي سونهن جون هاڪون ٻڌندا ونندا هئا. نيٺ ڪن وچي اها خبر ڪيچ جي حاڪم آريءَ ڄام جي پٽ پنهونءَ کي ٻڌائي. ٻڌڻ شرط، پنهونءَ جي دل ديواني ٿي پيئي ۽ هڪدم واپاريءَ جو ويس ڪري، هڪ وڏو قافلو سنيرائي، مشڪ ۽ عنبر جا انبار ساڻ ڪري، اچي ڀنڀور ۾ وارد ٿيو. ڪٿوريءَ ۽ خوشبوءَ سان سارو شهر

(1) سنسڪرت: ششي= چنڊ



واسجبي ويو. سسئيءَ کي جڏهن اهڙي سرهي سات جي اچڻ جي خبر پئي، تڏهن عطر سودڻ جي ارادي سان، هار سينگار ڪري، سهيلين سميت، پنهونءَ جي منزل تي ويئي. سسئيءَ جي صورت ڏسي، پنهونءَ جو هينئڙو هيڪاري هٿن مان ڇنائجي ويو. هوڏانهن وري سسئيءَ کي به، پنهونءَ جي پيشاني پسڻ شرط، پريت جو پيچ پئجي ويو، جيئن رمضان ڪنير جو چيو آهي:

چارئي عين چيپي ويا، ڳجهيءَ رمز ڳتا،
جيئن چندن وڻ ۾ چانڪو، تئن پرت پيچ پيا،
هوءَ هن جي عشق الوٽ ڪي، هو ماريو محبتا،
هوءَ ملڻ لاءِ ماندي مري، هو جالي ڪين جدا.

سسئي نيٺ پنهنجي اندر جو آواز هڪ سکيءَ سان اوريو، جنهن کي منٿ ڪيائين ته "ڪابه تجويز ويڙهائي، ابي کي ربهي ريبي، منهنجو پنهونءَ سان سڱ ڪراءِ." سهيليءَ وڃي ڌوٻيءَ سان ڳالهه ڪئي، ۽ پنهونءَ جي شرافت ۽ دولتمنديءَ جي ساراهه ڪئي. پر ڌوٻيءَ انڪار ڪيو ۽ چيائين ته "هڪڙو ته پنهون پرديسي آهي ۽ ٻيو ته اسان جي ذات جو نه آهي." پر سکيءَ کيس پڪ ڏني ته پنهون پڻ ذات جو ڌاذر آهي ۽ چيائينس ته "جيڪڏهن ويساهه نٿو اچيئي؟ ته کيس آزمائي ڏس." ڪنيءَ اها ڳالهه قبول ڪئي. پوءِ پنهون کي گهرائي، آزمائش وٺڻ لاءِ هن کي چيائين ته "هڪ ڪيپ ڌوئي اچ." پنهونءَ جا نازڪ هٿ ڦرهي تي ڪپڙن ستيندي



لقون تي پيا. نيٺ ڪپڙن کي چيري ڦاڙي اڇي ڪتيءَ جي گهر نڪتو، ۽ ملول تي ڪنڌ ۾ ويهي رهيو. سسئي کيس دلداري ڏيئي چيو ته ”پولو نه آهي. هاڻ ڇا ڪر جو هر هڪ ڦاتل ڪپڙي جي تهه ۾ هڪ سوني مهر وجهي ڇڏ، ته پوءِ ڪتان به شڪايت ڪانه ايندي.“ پنهون ائين ڪري، ڪپڙا مالڪن کي پهچائي آيو ۽ ڪنهن وٽان به ڌوٻيءَ کي ڪا دانهن ڪانه رسي. هاڻ ڌوٻيءَ کي تسلي ٿي، جنهن کيس سسئيءَ جو سڱ ڏيڻ قبوليو.

انهيءَ وچ ۾، پاڙي ۾ رهندڙ هڪ سونارڻ جي دل پنهونءَ تي سرڪي ويئي، جنهن پنهنجيءَ طمع پوري ڪرڻ لاءِ سسئيءَ جي سٽ جي برخلاف وجي پنهونءَ جا ڪن ڀريا. انهن ڏينهن ۾ رواج هوندو هو ته جيڪڏهن ماڻهوءَ تي ڪو نڪر پجندو هو. ته هن کي پنهنجي سچائيءَ ثابت ڪرڻ لاءِ، باهه جي مچ مان لنگهڻو پوندو هو. پنهونءَ به سسئيءَ کي پاڻ موکڻ لاءِ، انهيءَ پرکي مان پار لنگهڻ واسطي اشارو ڪيو. سسئي، جا سون وانگر سچي هئي، سا انهيءَ باهه مان پاڻ اگهي ڪان به اُجري ٿي نڪتي. آخر وڏي تجمل ۽ طومان سان هنن ٻنهي عاشقن جي شادي ملهائي ويئي. پوءِ ڌوٻيءَ پنهونءَ کان جنڊو پاڙو لڪائي ورتو ۽ پنهون به وطن وڃڻ جو خيال لاهي، ڌوٻيءَ جو ڌنڌو ڪندو رهيو. پنهونءَ جو پاءُ چنرو، جو ساڻس سات ۾ آيو هو، سو سندس انهيءَ روش تي گهڻوئي پوسريو. پر جڏهن ڏٺائين ته ڪو چارو ڪونهي، تڏهن ساري ماهيت وڃي آري ڄام جي پيش



ڪيائين. آري ڄام جو پنو ئي لهي ويو ۽ پنهون، جو سندس دادلو پٽ هوندو هو، تنهنجي فراق ۾ بي حال ٿي پيو. پهريائين هڪ قاصد روانو ڪيائين، جنهن جي هٿان پنهونءَ کي چوائي مڪائين ته ”جيڪڏهن هڪدم اچي حاضر نه ٿيندين ته منهنجو جيئڻ محال آهي.“ جڏهن قاصد ڀنڀور ۾ پهتو تڏهن ڇا ڏسي، ته پنهون پريتن سان گڏيو پارڇا پيو پچارين. هيءَ روئداد ڏسي، قاصد جا ڳچ ڳري پيا ۽ درد مان دانهن ڪري چيائينس ته:

”اي ڪامل ڪم نه سندوءِ، جيئن پهس پچارين پوتيين.“

پر پنهون پوئتي هلڻ ڪان پڙ ڪڏي بيٺو. قاصد نا اميد ٿي، موٽي وڃي آري ڄام کي سربستو سماچار پهچايو. آري ڄام ٻڌڻ شرط مورڇا ٿي ڪري پيو. رئڻ ۽ راڙي ڪري اهڙو لاغر ۽ ضعيف ٿي ويو، جو سندس ساهه ڇٽي وڃڻ جو امڪان هو. پيءُ کي اهڙي جوکائتي حال ۾ ڏسي، سندس ٽن پٽن چنري، هوتي ۽ نوتي کيس آٿت ڏيئي چيو ته ”ڪوبه حيلو وسيلو ڪري، ڄاڻ ته پنهونءَ کي ساڻ وٺي، اچي ٿا توهان وٽ رسايون.“

پوءِ تيئي خان اٺن تي سوار ٿي، سگهوئي اچي ڀنڀور پهتا. سسئيءَ ۽ پنهونءَ کين گهڻو آدرڀاءُ ڏنو ۽ پاڻ وٽ مهمان ڪري، سندن گهڻي خاطرداري ڪيائون. وچ جي خبر نه رهين ته ڪا هنن جي من ۾ مدي آهي. ڪيترا ڏينهن سند اچڻ جي خوشيءَ ۾ جلسا ۽ جشن ڪيائون. هڪ رات جو ڳچ ويرم تائين مجلس ۾ مشغول رهيا. سسئيءَ



ويچاريءَ کي پنهونءَ جي اوسيڙي ۾ پلنگ تي جاڳندي جاڳندي، ننڊ ڪٺي ويئي، هوڏانهن وري ڀائر پنهونءَ کي غافل ڏسي، ويا ڪيس شراب جا پٽ پياريندا. تان جو نشي ۾ اهڙو الوٽ ٿي ويو، جو پنهنجي وجود جو ڪو سماءُ نہ رهيس. آڌيءَ رات کان پوءِ سندس ڀائر اٺ ڳنگائي، ڪيس بي خبريءَ جي حالت ۾ کڻي، ساڻيھ ڏانهن سٽيندا ويا.

پوئينءَ رات جو، جان سسئيءَ جي اک کلي تہ ڇا ڏسي تہ پنهون پلنگ تي نهيئي ڪونہ. حيرت ۾ پئجي هيڏانهن هوڏانهن دريافت ڪري ڏٺائين تہ اوطاقون ۾ اوتار سڀ سڃا ٿيا پيا آهن. معلوم ڪيائين تہ ڏير ڪيس ويساهي، پنهونءَ کي زوريءَ ڀڄائي وٺي ويا آهن. پوءِ وٺي گهوڙا گهوڙا ڪيائين، منهن تي مائٽس ۾ پاڙيسري اچي مڙيا. پر هن ڪنهن جي ڪين مڃي. ويس وڳا ڦٽا ڪري، لاڳاپا ۾ لاڳ لاهي، ڪلهي قاتل ڪنجرو وجهي اڪيليائي اڪيلي انن جا پير کڻندي، پنهونءَ جي پنيان ڪاهيندي ويئي. چاليهن ڪوهن جي پنڌ بعد، اچي پٻ جبل جي ويجهو پهتي، اُڃ ۾ ٿڪ سببان ماندي ٿي ڪري پئي ۾ چڙهيون هڻڻ لڳي قدرت خدا جي، جو انهيءَ هنڌان هڪ صاف پاڻي جو چشمو[1] پڙڪو ڏيئي ڦٽي نڪتو.

(1) اهڙي ساڳي ڳالھ حضرت اسماعيل ۾ بيبي هاجره بنسبت پڻ ڪندا آهن. جڏهن بيبي هاجره، حضرت اسماعيل کي هڪ هنڌ وهاري، پاڻ پاڻيءَ جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن پئي ڊڪي ۾ ڊوڙي، تڏهن حضرت اسماعيل چڙهيون هڻڻ لڳو ۾ خدا جي قدرت سان انهيءَ هنڌان پاڻيءَ جو چشمو ڦٽي نڪتو، جو هاڻ زمزم جي نالي سان پڌرو آهي.



تحفةالڪرام وارو چوي ٿو تہ ”مون معتبر ماڻھن کان ٻڌو آهي، تہ اهو چشمو اڃا تائين جاري آهي[1] ۽ ڪڏهن بہ سڪي نٿو وڃي، ۽ ٻيو تہ ميندڻيءَ جي ٿاري، جا پرڻي رات سسئي دسنور موجب، هٿ ۾ ڪري ستي هئي ۽ جا ساڻس هن سفر ۾ همراهہ هئي، سا انهيءَ چشمي جي ڀرتي ڪري ڇڏيائين. انهيءَ ٿاريءَ مان هڪ سرسبز ميندڻيءَ جو وڻ اُڀري پيو، جو اڃا تائين انهيءَ قتيل عاشقياڻيءَ جي نشاني آهي.“

ذرو ساعت وسرام ونئي، وري اڳتي ڪڙي ڪنيائين ۽ پب جبل وارو مشهور لڪ ”پبوڻي ناڪو“ لنگهي اچي، هاڙي جبل جي پاڙ وٽ قوڙنديءَ جي ڀر ۾ پهتي. پر پاڻيءَ جي اُتل سببان اڳتي اُپڙي نہ سگهي. نهايت نااميد ٿي، پوئتي هٽي ۽ ڳچ پنڌ بعد، اچي ماباڙ نئہ جي ويجهو رسي. هاڻي واهيري جي ويل اچي ٿي هئي پريان پهاڙ تي، هڪ ايل پهنوار جي جهوپڙي ڏسي ڪانئس وڏي پڇيائين تہ ”ادا اتائين ڪو وئو ساٿ، سڄڻ جو؟“ سسئيءَ جهڙي سهڻيءَ صورت کي هيئن اڪيلو ڏسي، ايل پهنوار جي دل هرکي وئي ۽ ڏانهنس بڇڙي نظر ڪرڻ لڳو. سسئيءَ پاڻ کي جوکي ۾ ڏسي، پنهونءَ جي سار ۾ زار زار رني. سندس سوز وارين صدائن ڏونگر بہ ڏاڙي وڌو، پر هن ڪنر تي ڪوبہ اثر نہ ٿيو. نيٺ خدا کان سواءِ ٻيو ڪو بہ چارو نہ ڏسي، ايل پنهوار کي پاڻ وٽان

---

(۱) اهو چشمو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. لس ٻيلي ۾ پبوڻي ناڪي يا لڪ جي ڀر ۾ آهي ۽ ”سسئيءَ وارو چودو“ ڪري چوندا اٿس.



تارڻ جي ٻهاني، آزي ڪري چيائينس تہ "آءٌ تڪل تنل ۽ اجايل آهيان. ڀلائيءَ ڪري ڀهريائين ڪو ڪير چڪو پياريم." ايل پنهوار خوش ٿي، ڏڻ ڏانهن ڊوڙيو. هن جو پاسي ٿيڻ ۽ سسئيءَ جو رب کي سوال ڪرڻ. ٻئي هٿ کڻي، ٻاڏائي چيائين تہ "اي ستار! هن بيوسيليءَ جو وسيلو ٿيءُ!" هن اجا دعا مس پوري ڪئي تہ ڀهاڙ ڦاٽي پيو، جنهن ۾ اندر گهڙي ويئي پوءِ جبل، جبل جهڙو ٿي پيو، پر سسئيءَ جي چنيءَ جو پاند ٻاهر رهجي ويو. ايل پنهوار، جڏهن ڪير ڏهي پوئتي موٽيو، تڏهن هي رنگ ڏسي، تپرس ۾ پيو ۽ الاهي قدرت جو اهڙو اهڃاڻ پسي، توبہ تائب ٿيو. پوءِ انهيءَ هنڌ، هڪ پٿرن جو ميڙ ڪري، قبر جو لوڙه ناهي ڇڏيائين[1]

رستي تي، جڏهن پنهون نشي جي خمار مان سجاڳ ٿيو، تڏهن پاڻ کي اُٺ تي جڪڙيل ڏسي، ڏاڍا جڪ ڪاڏائين. ڀائرن کان ڀڄي وڃڻ لاءِ گهڻوئي واجهايائين پر هن کان ڀڄي نہ سگهيو. نيٺ آئي سندس ٻانهن آري ڄام جي حوالي ڪيائون. پر پنهونءَ سسئيءَ جي وڇوڙي ۾ اهڙو نہ ٻرندو سڙندو ويو، جو پٽس کي سندس مرڻ جو خوف ٿي

(1) اهو ڀهاڙ ماٻاڙ نئہ جي پيٽ ۾ آهي. جڏهن لٽ يا لڪڻ سان نوڪبو اٿس، تڏهن منجهانئس اهڙو آواز نڪرندو آهي جهڙو ڪنهن ڪنجهي جي برتن وڄائڻ مان. چوندا آهن تہ اهو آواز سسئيءَ جي درد وارين دانهن جو پڙاڏو آهي. انهيءَ ڀهاڙ کي "سسئيءَ وارو وٿو"، سڏيندا آهن.



پيو لاچار پنهونءَ کي رخصت ڏنائين ته پنيور موٽي، سسئيءَ کي به ساڻ وٺي اچي آستاني تيءُ. پوءِ هي يار به سٽيندو پنيور ڏانهن راهي ٿيو. جڏهن سسئيءَ جي قبر وٽ لانگهائو ٿيو، تڏهن سندس روح کي هڪ ازغيبي اڌمو آيو. اهڙي رڻ پٽ ۾ تازي لوڙه مان چنيءَ پاند ٻاهر نڪتل ڏسي، دل ۾ سنسو پيدا ٿيس ته نجاٽا هيءَ سسئيءَ جي قبر آهي. اتفاقاً، اهو ايل پنهوار به اتي اچي سهڙيو، جنهن سڄي ماجرا کيس بيان ڪري ٻڌائي، پڌنديئي شرط، اٺ تان ٽپو ڏيئي لهي پيو ۽ پائرن کي چيائين ته "ذرو ويرم ترسو ته هن قبر جي زيارت ڪري وٺان." پوءِ قبر جي پر ۾ ويهي زار زار رنائين، ۽ خدا جي در وينتي ڪيائين ته "اي وڇوڙين کي ملائيندڙ سچا ڏٽي! مون کي پنهنجي محبوب سان هيڪاندو ڪر." سندس عرض اگهاڻو. وري به جبل ڦاٽي پيو ۽ پنهون وڃي پنهنجي پرينءَ کي هميشه لاءِ مليو.

تحفه الڪرام وارو چوي ٿو ته "هيءَ حيرت جهڙو احوال، عام خلق جي وات ۾ آهي، ۽ حال ۽ قال جا صاحب هي -توڙو، جي هڪ ٻئي جا عاشق به هئا ۽ معشوق به هئا، تنهنجي قصي کي سنڌي بيتن ۽ حسيني سر ۾ ڳائيندا آهن ۽ انهيءَ مجازي عشق مان حقيقي عشق جو راز پروڙيندا آهن. مطلب، ته انهيءَ ٻنهي عاشقن جي تاثير هيٺ، وجد ۽ سماع جا صاحب گدگد ٿي ويندا آهن. مير معصوم شاهه بکريءَ هن قصي کي مثنويءَ ۾ نظم ڪري، مٿس "حسن و ناز"



نالو رکيو آهي، قاضي مرتضيٰ سورنيءَ کتياڻن واري، محمد شاهه بادشاهه جي ڏينهن ۾ هن قصي کي هڪ خاص طرز ۾ نظم ڪري بيان ڪيو هو. اهو صاحب ڳالهه ٿو ڪري ته "اسماعيل نالي هڪ ملتان جو درويش، هنن ٻن عاشقن جي زيارت لاءِ آيو. اُٺ کي پري بيهاري، ٽي ڏينهن فاقو ڪديائين، انهيءَ مراد سان من هنن جو ديدار نصيب ٿيئم. ٽن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڪراڙي زال ٻـ ٽي مانيون ۽ پاڻيءَ جو هڪ وٽ کڻي وٽس آئي. ان کي چيائين ته "جيستائين سسئيءَ ۽ پنهونءَ کي نه ڏسندس، تيستائين نه کائيندس نه پيئندس." زال وراڻي ڏني ته "سسئي مان آهيان، باقي پنهون ڏسڻ جي پچر ڦٽي ڪري ڇڏ، جو ته زماني تي ڀروسو نه آهي. آءٌ اڳيئي ڏيرن جي ڏڌل آهيان." درويش وراڻي ڏني ته "آءٌ ڪيئن اعتبار ڪريان ته تون سسئي آهين؟ جو ته سسئي نهايت خوبصورت ۽ جوان هئي، مگر تون ڪراڙي آهين." سسئيءَ هڪدم پاڻ کي پنهنجي جوڀن جي جمال ۾ ظاهر ڪيو. اُتي وري به دوريش چيس ته "جيسين پنهونءَ جو ديدار نه ڪندس، تيسين ماني پاڻي حرام آهي،" گهڻي رد بدل بعد، سسئي قبر ۾ اندر وڃي، پنهونءَ کي چيله تائين ٻاهر ڪڍيو، پر هن کي پنهنجي ٻـڪ ۾ سوگهو جهلي بيٺي. ته متان اڳي وانگر ڪو ڪيس ڏتاري کڻي وڃي. اهڙيءَ طرح ڪيترن الله وارن سسئي ۽ پنهونءَ جي ملاقات ڪئي آهي."

جهڙيءَ طرح سهڻيءَ ۽ ميهار جي ڳالهه ۾ تمثيل رٿيل



هي تهڙيءَ طرح سسئيءَ ۽ پنهونءَ جي قصي ۾ هڪ وڏي مثيل رکيل آهي. تفاوت رڳو هي آهي جو سهڻيءَ جي ڳالهه ۾ دنيا ۽ طريقت جي سفر جي ڏاکڙن کي درياهه سان ڀيٽيو ويو آهي ۽ سسئيءَ جي ڳالهه ۾ دنيا ۽ طريقت جي مشڪلاتن کي رڻ پٽ سان مشابهت ڏني ويئي آهي. سسئيءَ مان مراد آهي سالڪ، جو پنهنجي پنهونءَ يعني حقيقي محبوب جي ڳولا ۾ آهي. ڀنڀور ۽ ان جا ياڻ، دنيا ۽ دنيا جون نعمتون آهن. ڪيچ محبوب جو مڪان آهي، جتي پهچڻ لاءِ ڀهريائين ته ڏاگهن، ڏيرن ۽ ڏونگرن جهڙن ٿن زبردست دشمنن، يعني نفس، دنيوي تعلقات ۽ خوديءَ جي چنبن کان پاڻ کي آزاد ڪرڻو آهي. جيئن سسئي ڪيترين دور ۽ دراز منزلن، جهڙوڪ وندر، وٽڪار، پب، هاڙي وغيره مان لنگهي، نيٺ وڃي ملڪ الموت ماٿي تي، تيئن سالڪ کي به صوفي طريقي جون ست ماتريون يا منزلون لنگهي پار پوڻو آهي. اهي ست ماتريون آهن: طلب، عشق، معرفت، استغنا، توحيد، حيرت ۽ فقر. آخري منزل تي رسڻ بعد، سالڪ محبوب جي هستيءَ ۾ حل ٿي، هميشه جي حياتي حاصل ڪري ٿو.



# مورڙو ميربحر

راجا دلوراءِ[1] جي زماني ۾ سون مياڻي[2] ۾ اوڀائي نالي هڪ مهاڻو رهندو هو. کيس ست پٽ هئا، جن مان مورڙو مڙنيءَ کان ننڍو ۽ البت مندو هو. ٻيا ڇهه ئي ڀائر جنگ جوان هئا ۽ مڇي مارڻ جي فن ۾ اُستاد هئا. ڪوتاهي مورڙي ۾ ٻه ڪانه هئي. جي جسم جو جڏو هو، ته عقل ۾ وري اڪابر هو. پر ڀائر کيس بيڪار سمجهي، پٽ جي سنڀال سڙيءَ لاءِ گهر ڇڏي ويندا هئس. هڪ لڳا ڇهه ئي ڀائر مڪڙيون موڙي، ڪلاچيءَ جي ڪُن[3] وٽان اچي نڪتا.

(1)خبر نٿي پوي ته دلوراءِ ڪهڙي زماني ۾ سنڌ جو حاڪم هو. پر "تاريخ طاهري" ۾ ايترو ذڪر ڪيل آهي ته هو ڏاڍو ظالم ۽ زاني هو، ۽ برهمڻ آباد جو شهر سندس ئي ڪڌن ڪرتوتن ڪري خدائي قهر سان ناس ٿي ويو. سنڌي قصه نويس اڪثر ڪري هر ڳالهه جنهن جي پوري سڌ پئجي نه سگهندي اٿن، سا دلوراءِ جي زماني تي مڙهيندا آهن.
(2) سون مياڻي لس ٻيلي جي سرحد تي هڪ ننڍو ڳوٺ آهي. ڪراچيءَ کان اٽڪل 60 ميل پري اتر الهندي طرف آهي.
(3)ڪلاچيءَ جو ڪن ڪلفٽن ۽ منهوڙي جي وچ ۾ هوندو هو. اهو نالو مٿس انهيءَ ڪري پيو جو دودائي بلوچن جي هڪ ذات جا ڀاتي، جن کي "ڪلاچي" ڪري سڏيندا هئا، سي ان جي نزديڪ اچي



هن ڪُن ۾ اهڙو ته قهر لڳو پيو هوندو هو، جو غوربن جا غوراب منجهس غرق ٿي ويندا هئا. ازانسواءِ، منجهس هڪ پرت جيڏو مانگر مڇ رهندو هو. شال نه ڪو ڪمبخت سندس ور چڙهي! جي چڙهيو، ته نهوڙي نيندو هوس. تڙ جي ملاحن ياٿرن کي گهڻو ئي سمجهايو ته "هتان ٻيڙي پاسو ڪريو،" پر هي يار مڙن ئي نه. اچا رڇ وجهي اڳتي وڌيا ئي ڪين ته ڪُن به پريون پائي، آئي اونهي ۾ هنين. ڪن ۾ ٻيڙي اونڌي ٿي وڃي سرن درياهه ٿي. مڇ کي به لڳي ساڄي، سو هڪ ئي لقمو ڪري ڳڙڪائي وين.

ويل ٿري ويئي، گهاتو گهر نه موٽيا. گهر جا ياتي سڀ فڪر ۾ پئجي ويا. آخر مورڙو هڪ مچئو وني، اٿي سندن ڪُڊ پيو. تڙن تان تلاشون ڪندي، پتو پيس ته ياٿرنس سان ڪهڙو ويل وهي چڪو هو. پوءِ ته موٽي ماگ آيو، ۽ متن مائٽن کي ميڙي ياٿرن جي بدلي وٺڻ جون سٽون سٽڻ لڳو. آخر هڪ لوهي پڃرو تيار ڪرايائون، جنهن کي ٻاهرئين پاسي ڪيترا ڪنڊا ۽ نڪا ڪِل لڳل هئا، ۽ هر هڪ ڪنڊي ۾ ريشمي رسو پيل هو، جنهن جي ٻي پڇاڙي هڪ ٻاجاري سان ٻڌل هئي. اهي ساز سامان ساڻ ڪري، سڀ ڏڪلاچيءَ جي ڪن ڏي ڪاهيندا ويا. اُتي پهچڻ شرط مورڙو پڃري ۾ ٿي ويٺو ۽ همراهن کي چيائين ته "هاٿي

ٻوٽ ٻڌي رهيا هئا. هاٿي ڳوٺ کي به "ڪلاچي" ڪري سڏيندا هئا، جنهن ڪري هاٿوڪي ڪراچيءَ جي شهر تي به اهو نالو پيو آهي.



پيجري کي ڪٽي ڪن ڦٽو ڪريو. جڏهن رسا لڏندا ڏسو، تڏهن پيجري کي ڇڪي ٻاهر ڪڍجو.“ پوءِ ته پيجري کي حفاظت سان لاهي پاڻيءَ ۾ وڌايون. مانگر مڇ به وات ڦاڙيو ويٺو هو، سو پيجري کي ويو ڳرڪائيندو پر پيجري جا ڪِل وچي سندس جاڙين ۾ اَٽڪيا. جيئن ان کي ڳهڻ جي ڪوشش ڪيائين، تيئن ڪِل ويس زور سان کپندا. آخر چوڪنيو جڪڙجي پيو. پوءِ ته مورڙي ونـي رسا لوڏيا، تنهن تي پاڇارين ۾ سان جوتـي، انهن جي پٺـن تي ”مئا“ رکي ڪٽي باهه ڏنائون. تهُ تي سانَ اُٿي پـڳا ۽ مانگر مڇ کي گهلي، سڪيءَ تي ڪڍي آنڊائون. بس، هاڻ بري تي بچ ٿـي ويئي؛ هٽي ساهه ڪڍي وڌائونس. مورڙو پيجري مان صحيح سلامت نڪري آيو. پوءِ ته مڇ جو پيٽ چيري، منجهائنس پـائرن جا ڪرنگر ڪڍي، اٿي ڪلاچيءَ جي اتر اولهه طرف، جبل جي پاڙ وٽ دفن ڪيائين. باقي حياتيءَ جا ڏينهن مورڙو مقام جو مجاور ٿـي گذارڻ لڳو.[1]

سُر سريراڳ ۾ شاهه هن جهان کي مهراڻ سان مشابهت ڏيئي، ان جا خوف خطرا بيان ڪري، انسان کي خدا جي طلب ۽ توهه جي هدايت ڪئي آهي. يوناني فيلسوفن دنيا کي ”عالم اڪبر“ ڪري سڏيو آهي، ۽ انسان کي ”عالم

(1) اهو مقام اڄ ڏينهن تائين بيٺو آهي ۽ ان کي ”مورڙي جو مقام“ ڪري سڏيندا آهن. ڪراچيءَ کان ٻـه ميل ڪن پري، هندن جي مساڻ کان سڏ پنڌ تي آهي، مورڙو به منجهس دفن ٿيل آهي.



اصغر“، چيو تہ جيڪي بہ شيون دنيا ۾ موجود آهن، تن مڙني جو اختصار انسان جي جسم ۾ سمايل آهي. انهيءَ لحاظ تي، جي دنيا مهراڻ مثل آهي؛ تہ انسان وري ڪُن سمان آهي. هتي انهيءَ ڪن جو خاص ذڪر ڪيل آهي. انسان جي اندر ۾ جي غيبي خزانا موجود آهن، تن جو نہ آهي انت نہ پار. طرح طرح جا روحاني راز منجهس لڪل آهن. پر انهيءَ ڪن ۾ هڪ هيبتناڪ مانگر مڇ پڻ وات ڦاڙيو ويٺو آهي، ڪن ۾ ڪو گهڙيو نہ آهي، تہ ان کي ڳڙڪايو ڇڏي. جي روحاني امل ماڻڪ هٿ ڪرڻا آهن، تہ اول انهيءَ مڇ کي ماري مات ڪرڻو آهي. پر اها جهڙي تهڙي ڳالھ نہ آهي. هن نگري گهڻن گهاتن جون مٿيون منجهائي، ڪن نهوڙي نيو آهي. مانگر مڇ مان مراد آهي؛ نفس، جو ڪڏهن بہ راضي ٿيڻ جو نہ آهي. انسان ڪٿي ڪيترا بہ مال اسباب گڏ ڪري ۽ ڪيترا بہ مان مرتبا حاصل ڪري، تہ بہ نفس پل پل پيو پڪاري تہ ”آڻ ۽ آڻ.“ رومي انهيءَ ڳالھ ڏانهن اشارو ڪري، مثنويءَ ۾ چيو آهي:

”صورت نفس از بجوئي بي پسر،
قصئہ دوزخ بخوان باهفت در،
هر نفس مکري و در هر مکر زان،
غرق صد فرعون با فرعونيان.“

يعني: ”اي ٻچا! جي نفس جي صورت ڏسڻي اٿئي، تہ ستن دري دوزخ جو قصو وڃي پڙھ، پل پل نئون نئون مڪر



پيو ڪري، ۽ هر هڪ مڪر سان سَوهَا فرعون جماعتن سميت غرق ڪيو ڇڏي."

جيئن سمنڊ جي مانگر مڇ کي مارڻ لاءِ رواجي ڄاريون ۽ ڪنڍيون ڪنهن نہ ڪم جون آهن، تيئن نفس جهڙي رب کي نگونسار ڪرڻ لاءِ بہ فقط رواجي روزا ۽ نمازون ڪارگر نہ آهن. ان کي نهوڙڻ لاءِ زبردست مجاهدن ۽ رياضتن جي ضرورت آهي. جو انسان اهڙا اُپاءُ وٺي ٿو، اهو مورڙي وانگر مڇ جهڙي نفس کي ناس ڪري، هميشہ سک ماڻي ٿو.



# سورٺ* ۽ راءِ ڏياچ

جيئن ته هن قصي جا واقعا ڪاٺياواڙ ۾ ٿي گذريا
-ٿتي اڄ ڏينهن سوڏو چارڻ انهن کي چنگن تي ڳائيندا وتن،
تنهنڪري مناسب ڄاتو ويو ته ڪاٺياواڙ جي تاريخن ۽

* سورٺ سنسڪرت لفظ "سئوراشٽر" جي بگڙيل بناوت آهي جنهن جي معنيٰ آهي؛ عمدو ملڪ يا عمدي ملڪ جي. جنهن ملڪ کي هاڻي ڪاٺياواڙ جي نالي سان سڏجي ٿو، تنهن کي اڳي سئوراشٽر ڪري ڪوٺيندا هئا. سئوراشٽر جو اپيٽ ڪڇ ۽ ڪنبات جي نارين جي وچ ۾ آهي. آڳاٽي زماني کان وٺي هيءُ ڏيه هندن جو تيرٿ ٿي رهيو آهي. عيسويءَ ارڙهينءَ صديءَ جي وچ تائين انهيءَ نالي سان سڏبو ايندو هو پر جڏهن مرهٽن جي هٿ ۾ آيو، تڏهن ان جو نالو ڦيرائي "ڪاٺياواڙ" رکيائون، ڇو ته اتي "ڪاٺي قوم" وڏي تعداد ۾ رهندي هئي، جنهن سندين سخت مخالفت ڪئي هئي. هاڻي ڪاٺياواڙ چئن ضلعن ۾ ورهايل آهي. انهن مان ڏاکڻي ضلعي کي اڃا به سئوراشٽر يا سورٺ ڪري سڏيندا آهن. انهيءَ ضلعي ۾ ٽي مشهور پاڪ جبل آهن: گرنار، داتار ۽ پاليتانا. گرنار ۽ پاليتانا جي وچ ۾ گهاٽا جهنگ لڳا پيا آهن، جن کي "گربيلو" ڪري ڪوٺيندا آهن. اهو بيلو پندرهن سؤ کن چورس ميل ٽيندو. گرنار جبل جي پاڙ وٽ اشوڪ راجا جا ٽنيا اڄ ڏينهن تائين بيٺا آهن، ۽ چوٽيءَ تي جين لوڪن ۽ هندن جا مندر اڏيل آهن.



ڪهاڻين جي تپاس ڪري، حقيقتون حاصل ڪجن. اهڙي ڪوجنا ڪندي، معلوم ٿيو ته راءِ ڏياچ جي ڳالھ جهڙيءَ ريت ڪاٺياواڙ ۾ ڪئي وڃي ٿي، تنهن کان سنڌ ۾ گهڻو ٻيءَ طرح مروج آهي. سنڌ واري قصي جو منڍ ڪاٺياواڙي قصي جي منڍ کان اصل ٻئي نموني جو آهي، مگر ٻنهيءَ جون پڇاڙيون، سواءِ ڪن جزوي اختلافن جي، هڪ ٻئي سان ٺهڪي ٿيون اچن. انهيءَ تفاوت جو سبب ڳوليندي، ڪاٺياواڙ جي ڪهاڻين مان ڪَلَ پئي ته سنڌي قصي جو منڍ خود هڪ ٻي آکاڻي آهي، جنهن کي ”راڻڪ ديويءَ“ جي آکاڻي ڪري سڏين ٿا. سنڌي قصي ۾ راءِ ڏياچ جي اصلوڪي ڪاٺياواڙي آکاڻي ۽ راڻڪ ديويءَ جي آکاڻي، ٻئي گڏجي مسجي هڪ ٿي ويئون آهن. انهيءَ ملاوت جو سبب ڳولي لهڻ کان اڳ، واجب آهي ته اهي ٻئي ڪاٺياواڙي قصا سنڌي قصي سميت بيان ڪيا وڃن.

## راءِ ڏياچ جو ڪاٺياواڙي قصو*

سن 875 عيسويءَ ڌاري راءِ چوڙا، سنڌي سمي راجپوت، ڪاٺياواڙ ۾ پنهنجي حڪومت برپا ڪئي ۽ ونٿليءَ کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ٺهرايائين. سندس پويان پاڻ کي ”چوڙا سما“ ڪري سڏائڻ لڳا. هن گهراڻي جو

* هن قصي جو مضمون تارا چند پوپٽ لال جي مشهور گجراتي ڪتاب ”ويرني واتو“ ۽ ولبرفورس بيل جي تاريخ ڪاٺياواڙ تان ورتو ويو آهي.



سپيلءَ کان هاڪارو حاڪم گرهريو تي گذريو آهي. جهونا ڳڙهه جو مشهور قلعو، جنهن کي هاڻ اپرڪوٽ ڪري سڏين ٿا. سو سندس نهرايل آهي[1] راءِ گرهريو 982ع ۾ وفات ڪئي، ۽ ڪانئس پوءِ پٽس راءِ ڪوات تخت نشين ٿيو جو 1003ع ۾ گذاري ويو. ان بعد، سندس پٽ راءِ دياس، تخت تي ويٺو جنهن کي "مهي پال" ڪري به سڏيندا هئا. ساڳئي وقت گجرات جو حاڪم سولنڪي ڪل جو راجا درليسنين هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ انهاواڙ پاٽڻ هو. انهيءَ ڪري ڪيس "انهلراءِ" به ڪوٺيندا هئا.[2] راءِ گرهيوءِ جي زماني کان ئي وٺي گجرات ۽ ڪاٺياواڙ جي حاڪمن جي پاڻ ۾ ناسازي ۽ نفاق هو. جڏهن جڏهن گجرات جا راجڪمار ۽ راجڪماريون گرنار جي تيرٿ تي ويندڙون هيون. تڏهن ڪاٺياواڙ جي حاڪمن جي سورش تي ساڻن عقوبتون ڪيون ويندڙيون هيون. راءِ دياس جي ڏينهن ۾، راجا درليسين جي راڻي درليسين ۽ سندس ڌيءَ چندر ودنا وڏي اتالي سميت، هندستان جا مشهور تيرٿ ۽ تڪيا پيٺيندي، اچي گرنار نڪتيون. جيئن پالڪين ۾

(1) جهونا ڳڙهه جو قلعو ونٿليءَ کان اٺ ميل پري گرنار جبل جي اولهه طرف آهي. جهونا ڳڙهه جو هاٽوڪو شهر رفتي رفتي انهيءَ ڪوٽ جي چوگرد ٻڌبو ويو. پوءِ ساري شهر کي عالم پناهه پڻ ڏني ويئي، جا اڄ ڏينهن تائين قائم آهي.

(2) راجا درليسين سنه 1010ع کان وٺي1022ع تائين گجرات تي راڄ ڪيو.



چڙهي، مندرن جي درشن ڪرڻ لاءِ متي جبل تي پئي ويئون، تيئن گهوڙي سوار اچي سندن رستو روڪي بيٺو، ۽ هڪل ڪري چيائين ته "خبردار! جي هڪ قدم به اڳتي وڌيا آهيو." قافلي سان جو ڪارباري هو، سو وڏي وتس ايو، ۽ هٿ جوڙي، عرض ڪيائين ته "سائين! اسان اوهان جو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي؟" گهوڙي سوار جواب ڏنو ته "سئوراشٽر جو سرتاج، راءِ دياس، آءٌ آهيان ۽ گرنار منهنجي حد ۾ آهي. پهرين ڏن ڏيو، پوءِ اڳتي وڌو." ڪارباريءَ چيو ته "اسين ڏن ڏيڻ لاءِ تيار آهيون، مگر فرمايو ته ڪيترو؟" دياس وراڻي ڏني ته "هٿ ناڻي جي ڳالهه نه آهي، اها راجڪماري جا اوهان ساڻ آهي سا مون کي هڪدم پرڻائي ڏيو، نه ته هتان وک به وڌڻ نه ڏيندو سانو." ڪارباريءَ ڏنو ته دياس کان جند ڇڏائڻ مشڪل آهي، هاڻ ڪا حرفت هلائجي. سو راڻيءَ سان صلاح مصلحت ڪري، دياس کي چيائين ته "اسان جا وڏا ياڳ چنبا جو اوهان جهڙو هاڪارو حاڪم اسان جي راجڪماريءَ تي هرڪيو آهي، پر ويچار ڪري ڏسوته سولنڪي ڪل جي نياڻي لڪ ڇپ ۾ ڪيئن پرڻائي ڏيون. ائين ڪرڻ سان نه فقط اسان جو منهن هيٺ ٿيندو، پر اوهان جو پڻ. هينئر اسان کي رخصت ڏيو ته تيرٿ ڪري موٽي ملڪ وڃون. آءٌ اوهان کي راڻيءَ پاران انجام ٿو ڏيان ته ورندي مهيني جي اچوڪي ڏينهن اسين ڏام ڏوم سان ڄڃ وٺي ايندا سون." گهڻيءَ ڏانڌل بعد دياس مڙيو ۽ سندن نهراءُ قبول ڪيائين. پوءِ ته تڙ تڪڙ ۾ گرنار جو



تيرت پيتي، سارو سات اچي ماڳ پهتو. پهچڻ شرط، راجا درپيسين کي ساري حقيقت سڻايائون. راجا پنهنجي ڪٽنب جي، بي عزتيءَ جي خبر ٻڌي، باهه ٿي ويو، ۽ بدلي وٺڻ جون سٽاڻون سٽڻ لڳو.

آخر ڪاروباريءَ سان پهي، هڪ ڪارگر رٿ رٿيائين، جنهن جو منجهه في الحال ڪنهن به نه ڏنائين.

وعدي جو ڏينهن اچي ٿيو آهي. اڄ ونٿليءَ ۾ گهر گهر شادمانا لڳا پيا آهن. هٽ بازارين سينگار جي ويئون آهن. جتان ڪٿان سازن سرودن جا آواز پيا اچن. ڏياس گد گد ٿي ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي. خزاني جا دروازا کولي، سوا ٻين کي دل گهريا دان پيو ڏئي. نماشام جو قاصدن اچي اطلاع ڪيو آهي ته ”جڃ پئي اچي.“ امير اُمرا استقبال لاءِ اچي ڪوٽ جي در وٽ بيٺا آهن، ۽ جاڃين جي آجيان ڪري ڪين اندر اماڻيندا پيا وڃن. پر پالڪين جون ٻهيرون بس ئي نه ڪن. جاڃين جو ايڏو تعداد ڏسي، اميرن کي شڪ پيو، ۽ پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا ته ڪو ڏوهه ٿيل ٿو ڏسجي. ڪاروباري جو سندن پر ۾ بيٺو هو، تنهن سمجهيو ته اجهو ٿو ڦاٽ ڦاٽي، سو هڪل ڪري چيائين ته ”اي پهلوانو! پالڪين مان نڪري نروار ٿيو، ۽ هنن مورکن کي ڏيکاريو ته اوهين ڪي زالون نه آهيو، پر جنگي جوان.“ پوءِ پالڪيءَ پالڪيءَ مان چار چار جنگ جوان هٿيارن سان نڪرندا، صفون ٻڌندا ويا. ڪاروباريءَ اڳيرو وڌي، هڪ سيگاريل پالڪيءَ جو پردو مٿي ڪٽي، منجهس ويٺل جڙتو



ڪنوار ٻاهر ڪڍي، ان جو گهونگهٽ کولي، واڪو ڪري چيو ته ”ڪٿي آهي راءِ دياس ته ڪيس سندس لائق ٻانهن پرڻائي ڏيون؟“ پوءِ ته رنگ ۾ ڀنگ پئجي ويو. دياس جو لشڪر جو شاديءَ جي سانباهي ۾ رڌل هو، سو دشمن کي منهن ڏيئي نه سگهيو. انهيءَ ڪري ونٿلي آسانيءَ سان دشمن پنهنجي قبضي ۾ آندي. راءِ دياس کي اهڙو انڌير نه هو خواب ۾ نه خيال ۾. هاڻي پنهنجي بگڙيل بخت کي سنوارڻ جو ڪوبه چارو نه ڏسي، ڪٽنب سميت، محلات جي هيٺان جا سرنگهه هئي، تنهن مان لنگهي اچي اپرڪوٽ ۾ اجهو ورتائين.

دياس کي قيد ڪري درليسين وٽ وني وڃڻ جي خيال سان، ڪارباري شاهي محلات ڏي ڊوڪيندو ويو اتي اچي پهتو ته ڏسي ته سارو محلات اُجڙ ٿيو پيو آهي. پوءِ ته لشڪر سميت ونٿليءَ ۾ ديرو دمائي ويهي رهيو، ۽ درليسين کي سوڀ جي خوشخبري ڏياري مڪائين. درليسين ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. ڀانيائين ته هاڻي ڪانياواڙ تي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جو چڱو موقعو هٿ آيو آهي، سو وڏي فوج سنبراهي، جهونا ڳڙهه تي اچي ڪڙڪيو. اميدون ته وڏيون ئي هيس، پر ٿوريئي عرصي ۾ پتو پيس ته اپرڪوٽ کي هٿ آڻڻ ڪا سٿري ڳالهه نه آهي. وڏا وس ڪيائين، پر وريوئي ڪين. آخر قلعي جي چوڌاري گهيرو ڪري ڪپ ڪوڙي ويهي رهيو. اها اميد هيس ته ٿوري گهٽي ڏينهن دياس جو آن پاڻي کٽي ويندو، ۽ پوءِ پاڻيهي اچي پيش پوندو. پر



اهو ان جو اجايو خيال هو. قلعي ۾ اَن جا اَنبار لڳا پيا هئا ۽ پاڻيءَ بہ مٺو هو. ڀل ورهين جا ورهيہ گذري وڃن، ان پاڻي کٽڻ جو نہ هو. هڪ ڏينهن، درلڀ ديوي جا پڻ راجا سان گڏجي آئي هئي. تنهن لشڪر کي نراس ڏسي، پنهنجي ور کي چيو تہ ”اجا تہ ڪو بلو ٻيٺي ڪونہ ٿو ڏسجي، جو نہ تہ ڪو چند ڦند ڪري، ڪوٽ کي قبضي ۾ آڻيو؟“ هن اجا اهي لفظ ڪڇيائي ڪين تہ پريان آواز ٿيو تہ ”سولنڪي ڪُل جي ڏيئي جي جيءُ!“ هيءَ صدا ٻڌي، درلڀسين درٻان کي حڪم ڪيو تہ ”ڏسو تہ ڪير آهي، آڻي هت حاضر ڪريوس.“ پوءِ تہ صدا هڻندڙ کي اندر وٺي آيا. جنهن جُهار¹ ڪري چيو تہ ”آءٌ ذات جو چارڻ آهيان. نالو ٻيجل اٿم. ڪو چڱو چوکو انعام ڏيوم، نہ ڏياس جو سر آڻي، اوهان جي قدمن ۾ رکان.“ درلڀسين وراڻي ڏني تہ ”قبول! نہ رڳو مال متاع ملنديءِ، پر درٻار ۾ پڻ وڏو درجو پائيندين. ڀلا ٻڌاءِ تہ ڏياس جو سر ڪهڙيءَ ريت وڍي ايندين؟“ چارڻ مشڪي، جواب ڏنو تہ ”راجا! جو مقصد هيڏو سارو لشڪر هڏ ڪري نٿو سگهي سو ڏسو تہ، آءٌ يڪي سر ڪيئن نہ ٿو

(¹) ”جهار“ جي اصلي معنيٰ آهي، شو مهراج جي جئہ! ڪاٺياواڙ ۾ ڪاٺيءَ ۽ راجپوت هڪ ٻئي کي گڏجڻ وقت، ”جهار“ چئي، سلام ڪندا آهن. اڳاتي زماني ۾ دکن ڏيهہ ۾ پڻ اهڙيءَ ريت سلام ڪندا هئا. پر شواجيءَ جي گرو رامداس اهو بند ڪرائي ”رام! رام!“ چوڻ جو رواج وڌو. انهيءَ هوندي بہ، ڏکڻ هندستان جي نيچ قومن ۾ ”جهار“ چوڻ جي رسم اجا هلندي اچي. واپاري ماڻهو چنين چپاٽين ۾ ڪندا آهن تہ ”فلاڻي کي منهنجا جهار ڏج“



حاصل ڪريان. دياس جو سر اوهان مون کان لهڻو.“ ائين چئي، اٿي هليو.

اپرڪوٽ ۾ پهچي وڃڻ بعد، دياس جي زال، سورٺ هڪ نهايت خوفناڪ خواب لڌو هو، جنهن ۾ ڏٺو هئائين ته هڪ چارڻ اچي دياس جي سر جي سئن هنئي آهي. اُن ڏينهن کان وٺي مڙس جي ڏاڍي سنڀال ڪندي رهندي هئي. ڪوٽ تي اهڙي ته چؤڪسي رکائي هئائين، جو ڪٽنب جي ڀاتين کانسواءِ دياس جي ڪمري ۾ ڪوبه گهڙي نه سگهندو هو. ڪوٽ جي دروازي وٽ پڻ اهڙو سخت پهرو رکيل هو، جو ڪنهن کي به اندر اچڻ جي مجال نه هئي.

ٻيجل، درليسين کان موڪلائي، اپر ڪوٽ ڏي رخ رکيو. جڏهن چنگ ڪلهي ڪري، در وٽ اچي پهتو، تڏهن اندر اچڻ کان ڪا به روڪ ڪانه ٿيس؛ ڇو ته چارڻن ۽ ڀٽن جو انهيءَ زماني ۾ مان هوندو هو، ۽ جتي وٽندو هئن، اتي بي ڌڙڪ لنگهي ويندا هئا[1]. ٻيجل ڪوٽ

---

(1) چارڻ لفظ جي معنيٰ آهي: رولو. جيئن ته ڪي مڱڻهار ساز وڃائيندا، ڳائيندا، در در تان پنندا وتندا آهن، تنهنڪري انهن کي ”چارڻ“ يعني رولو فقير ڪري سڏيندا آهن. چارڻن جي هڪ ذات آهي، جي اڪثر گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا ۾ رهندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ هندو راجائن جي درٻارن جا ڪوي ۽ مداح هوندا هئا ۽ سندن وڏو مان هوندو هو. راجائون به کانئن ڪؤ ڪائيندا هئا ۽ سندن مرضيون رکندا هئا ته متان ڪين وڃي خوار نه ڪن. جيڪڏهن ڪو سندس منشا پوري نه ڪندو هو، ته ڌرڻو ماري وهندا هئا، ۽ بعضي ته آپگهات به ڪري وجهندا هئا.



جيِ احاطي اندر تہ آسانيءَ سان اچي سھڙيو، پر دياس کي ملڻ البت مشڪل ھو. سو اول تہ دربان مان پتو ڪڍيائين تہ دياس ڪڙت جي کھڙيءَ کنڊ ۾ رھيو پيو آھي. پوءِ سمجھ لھي، اوڏانھن رڙھيو، چنگ چوري؛ وينو دياس جي واڪاڻ ڪرڻ. پنھنجي ساراھ ٻڌي، دياس دريءَ کان منھن ٻاھر ڪڍي، چارڻ کي چيو تہ ”گھر جيڪي گھرڻو ھجيئي.“ ٻيجل وراڻي ڏني تہ ”مون کي فقط اوھان جي ديدار جي درڪار آھي. مھرباني ڪري، پاڻ وٽ مٿي سڏايوم جو اوھان سان ھڪ ڳجھي ڳالھ ڪرڻي اٿم.“ سنئين سڌي رستي ٻيجل کي مٿي سڏائڻ محال ھو، سو دياس دريءَ مان ھڏ؛ رسي لٽڪائي، جنھن جي وسيلي چارڻ چڙھي وڃي ڪمري ۾ پھتو. اندر گھڙڻ شرط وني پڪاريائين تہ ”چوڙاسن جي سردار، راءِ دياس جي جيءِ!“ انھيءَ تي دياس چيو تہ ”چارڻ! گھر جيڪي گھرڻو ھجيئي.“ ٻيجل ھٿ جوڙي، عرض ڪيو تہ ”آءٌ گھران تہ گھڻوئي، پر جي تون اھو ڏيڻ کان ناڪار ڪري وڃين، تہ مفت تنھنجي گلا ٿيندي. مون کي فقط انھيءَ ڳالھ جو الڪو آھي.“ دياس چيو تہ ”تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر. آءٌ توکي وچن ٿو ڏيان تہ جيڪي بہ گھرندين سو گھڙيءَ ۾ ملندءِ.“ چارڻ ڏٺو تہ ھاڻ تہ پنجئي گھ ۾ آھن، سو ھٿ جوڙي چيائين تہ ”دياس! مون کي تنھنجو سر دان ۾ گھرجي.“ دياس مشڪي چيو تہ ”بس! گھري گھري بہ سر گھريئِ. چڱا مڙس! انھيءَ سڪٽي ھڏ مان



توکي ڇا ھڙ حاصل ٿيندو؟“ ٻيجل وراڻي ڏني تہ ”انھيءَ سان تنھنجو ڪھڙو واسطو؟ رواجي چارڻن وانگر اءٌ ڪو مال متاءُ جو بکيو نہ آھيان. خواھش اٿمر تہ اھڙو ڪو نئون دان گھران، جو ملڪان ملڪ مشھور ٿي وڃان. تنھنجي سر ڪانسواءِ مون کي ٻيو مور نہ گھرجي. دياس چيو تہ ”تنھنجي ھرويرو اھا مرضي آھي، تہ آءٌ توکي پنھنجو سر وڏيءَ خوشيءَ سان وڍي ڏيندس.“ اوپري ماڻھوءَ جو آواز ٻڌي، سورٺ جو ساھ سڪي ويو، سو ڏوڪيندي اندر آئي. چارڻ کي ڏسنديئي، سپنو دل تي تري آيس، ۽ ھڪدمر ھيئون ھارجي ويس. ٻيجل کي گھڻيئي منٿون ڪيائين، گھڻئي انعام اڪرام آڇيائين، پر ھو باز نہ آيو. ايتري ۾ دياس جي پيڻ بہ لنگھي آئي. ساري حقيقت مان واقف ٿي، ويچار ڪيائين تہ جي منھنجو ڀاءُ وچن کان ٿو ڦري تہ اسان جي ڪل تي ھميشہ لاءِ ڪارنھن جو ٽڪو لڳي ويندو سو ھمٿائي چيائينس تہ:

”وڍي ڏي تون، وير! مٿو مڱڻھار کي.“

ھيءَ ڳالھ ٻڌي، دياس جي ماءُ بہ ڊوڙندي آئي. سارو حال ٻڌي، پٽ جي پٺي ٺپري، آسيس ڪري چيائينس تہ ”شاباس! مٿان پنھنجي ٻول کان ڦريو آھين. سر ڏي تہ سرھو ٿئين.“ سس ۽ نران جي اھڙي سيٿا ڏسي، سورٺ بہ مڙس کي نمسڪار ڪري چيو تہ ”پراڻ ناٿ! اوھين بيشڪ پنھنجي انجام کي پاڙي ڏيو. ھيءَ اوھان جي داسي بہ اوھان سان گڏ



جت ۾ هلي، اوهان جي خدمت ڪندي.“ دياس جو من
هاڻ خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي. هٿ جوڙي، سينيءَ ڪان
مو ڪلائي، چارڻ کي هڪل ڪري چيائين ته:

وڍ سِرُ تيُ سَرَهو؛ مر ڪين آءُ، مرَ ڳاءُ
جاجِڪ! تو متاءِ، مُلڪُ مِڙيوئي گهورِيان.“

پوءِ ته ڪتارو ڪڍي، ڪٺي پنهنجي ڪنڌ تي هنيائين،
۽ منو ڌڙ کان ڌار ڪري، هٿ ۾ ڪٺي ٻيجل کي آڇيائين.
پر چارڻ کي هاڻ پنهنجي دل پاڻ ڪائڻ آئي. ”هاءِ! هاءِ!“
ڪري پڪارڻ لڳو ته ”اي الله! مون هيءُ ڪهڙو انڌير ڪيو.
اهڙي بري مت مون کي ڪتان آئي؟ لک مٿا ته گهوريا، پر
لکن جي پالينڌڙ جو شال وار به ونگو نه ٿئي! هاءِ! افسوس!
موں لکن جي پالڻهار کي ناس ڪري، ساري ديس کي رلائي
وڌو. هاڻ هيڏي وڏي گناه مان ڪيئن ڇٽندس!“ جيئن پيو
ٻيجل پاڪاري، تيئن پيو دياس جو منهن وهسي؛ جڻ ته
ٻيجل کي پيو چوي ته ”سر وٺي، سوگهو ڪر.“ چارڻ
سر پجي سائو تي ويو. هٿ چيوئي نه پيا ڪنس جو ڪٺي
دياس جو سر وٺي. آخر راجا جي ماءُ منٿ ڪري چيس ته
”ٻيجل! جيستائين تون هيءُ سر هٿ ۾ نه وٺندين. تيستائين
دياس جي آتما کي سانت نه ايندي. ڀلائي ڪري، سر قبول
ڪر.“ ٻيو ڪو چارو نه ڏسي ٻيجل سر وٺي هٿ ۾
ڪيو. هن جو ائين ڪرڻ ۽ ڌڙ جو ڌرتيءَ تي ڪرڻ.
اپرڪوٽ ۾ اڄ چندن جي چکيا تيار ٿي ويئي آهي.



انيڪ آدمي ستيءَ جي درشن لاءِ اچي ڳاهٽ ٿيا آهن. هار سنيگار ڪري، ڳھ ڳنا پهري، چڪا تي چڙهڻ لاءِ سورٺ هڪي بيٺي آهي. اوچتو هڪ مستانو هٿ ۾ هڪ مشڪندڙ منهن وارو سر ڪٽي ڏوڪيندو پيو اچي ۽ ٻاڪاري پيو چوي ته "بچايوم! ڙي، بچايوم! اڙي ڪو آهي جو اچي اندر جي آڳ اجهائيم؟ اي ستي! هيءَ سڳورو سر مون گنهگار جي هٿ ۾ نه ٿو سونهي." سورٺ سر ونبي ٻيجل کي آسيس ڪئي، ۽ ڏٽيءَ کي ٻاڏائي چيائين ته "اي الله! هن يتڪيل روح کي سانت ۽ سک بخش." ائين چئي، مڙس جو لاش گود ۾ رکي، وڃي ڏاگهه چڙهي[1].

## راٽڪ ديويءَ جو قصو*

ڪنهن سمي سنڌ ڏيهه ۾ راٽو روڙيار سنگ پائر جي ٿر[2] جو حاڪم هو. سڪي ڪيس هڪ نياٽي

(1) هيءُ حادثو سن 1010ع ۾ ٿيو. راءِ دياس جي مرڻ کان پوءِ، درليسين پنهنجي هڪ نائب کي ڪانياواڙ جو حاڪم مقرر ڪيو. مگر اُن ڏهه سال کن مس جتاءُ ڪيو. پوءِ حڪومت جون واڳون راءِ دياس جي پٽ راءِ نوگهن پنهنجي هٿ ۾ آنديون.

* هن قصي جو مضمون فارس صاحب جي مشهور ڪتاب "راس مالا" مان انتخاب ڪيو ويو آهي.

(1) "ٿر" جي معنيٰ آهي: ويرانو. ٿر ملڪ کي انهيءَ نالي سان هن سبب سڏيو اٿن جو سارو پٽ ويرانو آهي. منجهس آباد ٻتيل تڪرا نهايت ٿورا آهن. ٿر جو ملڪ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. اتر واري ڀاڱي کي "ڪاٺر جو ٿر" ڪري سڏيندا آهن ۽ ڏکڻ واري ڀاڱي کي



ڄائي، جنهن جو حسن ڏسي، سيئي حيران ٿي ويا. پر سندس ستاري مان معلوم ٿيو ته جيڪو به راجڪمار ساڻس لائون لهندو، تنهنجو تخت بخت تباهه ٿي ويندو. نجومين جي هيءَ اڳڪٿي ٻڌي، راڻي کي ڏاڍو ارمان ٿيو: سو هن نيٺ ڳيءَ نينگر کي ڪاري ۾ وجهي ڪٿي بيابان ۾ ڦٽو ڪرايائين. قضا سان، ڪڇ ملڪ جو هڪ ڪنڀار، هرمتيئي نالي، ان جهنگ مان اچي لانگهائو ٿيو؛ ۽ اوچتو سندس نظر وڃي ڪاري تي پئي. ويجهو وڃي ڏسي ته هڪ سدا سهڻي نينگر منجهس ستي پئي آهي. اهڙيءَ من موهڻيءَ معصومڙيءَ کي هيئن نڌڻڪو ڏسي، ڪٽي ڇاتيءَ سان لڳايائين ۽ پنهنجي گهر آڻي، ڪيس وڏي لاڏ ڪوڏ سان نپائڻ لڳو. نينگر جا روش راجڪمارين جهڙا هئا، سو هن مٿس "رائڪ ديويءَ" يعني "ننڍڙي راڻي" نالو رکيو. جڏهن عمر رسيدي ٿي، تڏهن سندس سوڀيا سڄ کي به شهه ڏيئي ويئي، ۽ سندس حسن جي هاڪ ڪڇ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ هلي ويئي. اتي جو حاڪم لاکو ڦلاڻي اڻ ڏٺي مٿس موهت ٿي پيو، ۽ هرمتيئي کان سندس سڱ گهريائين، پر هن نابري واري. پوءِ ته لاکي جي ڊپ وچان ديس پرديس ڪري، جهوناڳڙهه جي چڪ ۾، مجبوريءَ نالي هڪ وسيءَ ۾ وڃي وطن ڪري ويٺو.

---

پاڻ جو تر ڪري چوندا اهن. انهن ٻنهيءَ ترن جي وچ وارو پاسو ڏکر "ڍٽ" جي نالي سان سڏبو آهي، جنهن ۾ امرڪوٽ جو شهر آهي.



ساڳئي زماني ۾ گجرات جو حاڪم راجا سڌ راج[1] هو، جنهن جو تخت گاهه انهلواڙ پاٽڻ هو. هڪ لڳا سندس دربار جا چارڻ گهمندا ڦرندا، اچي مجيوڙيءَ ۾ نڪتا. اتفاق سان راڻڪ ديويءَ کي ڏسي ورتائون. سندس لاثاني جمال ۽ جوين پسي، سينيءَ جي دلين ۾ اها خواهش اُٿي ته اهڙي پدمڻي اسان جي راجا جي ئي راڻي سونهي. جڏهن موٽي ملڪ آيا، تڏهن راڻڪ ديويءَ جي حسن جي ڳالهه راجا کي سربستي ڪري ٻڌايائون. راجا پهريائين ته ڪنڀار جهڙي ڪمذات جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو، پر چارڻن کيس سمجهايو ته راڻڪ ديوي ڪنڀار جي جائي نه آهي، مگر ڪنهن راجائي ڪل جي وياءُ ٿي ڏسجي.

انهيءَ تي هرڪجي، سندن رٿ قبول ڪيائين. پوءِ ڪين حڪم ڪيائين ته وڃي ڪنڀار کان سڱ جي گهر ڪريو. چارڻ موٽي مجيوڙيءَ ۾ آيا، ۽ ڪنڀار کان قبوليت وني، ٻن مهنن اندر شاديءَ ملهائڻ جو نهراءُ ڪري اٿيا

انهيءَ وقت جهوناڳڙهه جو حاڪم راءِ کنگهار چوڙاسمو هو.[2] سندس هڪ پيڻ سڌراج جي پياءُ سان پرڻيل

(1) سڌراج راجا ويراج جو پٽ هو، جو درليسين جي پياٽي جو پٽ هو. سنه 1094ع کان وني سنه 1143ع تائين حڪومت ڪيائين.

(2) هن کي راءِ کنگهار ٻيو ڪري سڏيندا هئا. راءِ دياس جو ٽڙ پوٽو هو، ۽ سنه 1098ع ۾ تخت تي وينو. سڌراج کيس سن 1125ع ۾ قتل ڪيو. ولبرفورس بيل پنهنجي ڪتاب "تاريخ ڪانياواڙ" ۾ چوي ٿو ته راءِ کنگهار ٻئي جي پيءُ راءِ نوگهن راڻڪ ديويءَ کي زوريءَ ڪٽائي ساٽس شادي ڪئي هئي، ۽ نه راءِ کنگهار ٻئي.



هئي، جا ڪنهن گهرو اٿبٿت ڪري، ڳچ مدت کان پنهنجن ٻن پٽن ڏيجل ۽ ٻيجل سميت جهوناڳڙهه ۾ پيڪي گهر تڪيل هئي. هڪڙي ڏينهن ڏيجل ۽ ٻيجل شيل شڪار ڪندا، مجيوڙيءَ جي ڳوٺ مان اچي لنگهيا. ڏسن ته ڳوٺ ۾ شادمانا لڳا پيا آهن. پڇا بعد معلوم ٿين ته راڻڪ ديويءَ ڪي سڌراج سان پرڻائڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن. جڏهن جهونا ڳڙهه موٽيا، تڏهن راءِ ڪنگهار سان اچي احوال ڪيائون ته "مجيوڙيءَ جي ڳوٺ ۾ راڻڪ ديوي نالي هڪ حور جهڙي حسين نينگر آهي، جنهن کي سڌراج سان پرڻائڻ جون تياريون ٿي رهيو آهن. اهڙيءَ من موهڻي مورت اسان کان ڇڻي، پرديس پرڻجي وڃي، سا ڳالهه اسان جي شان وٽان نه آهي. اسان جي اوهانکي استدعا آهي ته ڪيئن به ڪري انهيءَ ٻانهن سان اوهين پاڻ شادي ڪريو." راءِ ڪنگهار کي هيءَ صلاح ڏاڍي وڻي؛ سو ڀاٽيجن کي چيائين ته "ڪنيار کان وڃي منهنجي پاران سڱ گهرو." پوءِ ٻئي ڀائر موٽي مجيوڙيءَ ۾ آيا ۽ ڪنيار کان سڱ جي تقاضا ڪيائون. پر هن صفا انڪار ڪري چيو ته "ڇوڪريءَ جي مڱڻي سڌراج سان اڳيئي ٿي چڪي آهي، سو هاڻ جي آءٌ مڱڻي ڇنندس ته هڪڙو ته لوڪ ۾ لڄارو ٿيندس، ۽ ٻيو ته راجا سڌراج منهنجي کل لاهي ڇڏيندو." هنن ڪيس گهڻي ئي دم دلاسا ڏنا، پر ڪنيار نه مڙيو. آخر راڻڪ ديويءَ کي زوريءَ کڻي، اچي، ڪنگهار سان شادي ڪرايائونس.



جڏهن سدراج کي هن ماجرا جي معلوميت ٿي، تڏهن وڏو ڪنڪ سنيرائي، جهوناڳڙهه تي ڪاهي ويو. سانده ٻارهن سال اپرڪوٽ تي گهيرو ڪري ويهي رهيو، پر وريوئي ڪين. انهيءَ وچ ۾ راءِ کنگهار کي اچي شڪ جاڳيو ته سندس ڀاٽيجي ڏيجل جي راڻڪ ديويءَ ۾ بري نظر آهي. ڏيجل کي انهيءَ جي ڪڙڪ پئجي ويئي، سو پنهنجي ڀاءُ ٻيجل کي ساڻ ڪري راتو واهه اٿي ڀڳو. جڏهن قلعي جي دروازي وٽ پهتا، تڏهن دربانن کي چيائون ته "اڄ مالوا کان راءِ کنگهار جو هڪ ساٿي اچڻو اهي، جنهن جي استقبال لاءِ اسان کي روانو ڪيو اٿس. اڌيءَ رات جو ساٿ اچي سهڙندو، سو اوهين هڪيا هوشيار رهجو." پوءِ سڌو آيا سدراج جي ڇانوڻيءَ تي، جتي هن سان ملي ملاقات ڪري، چيائونس ته "اسان کي ٻنهه هاڻ خبر پئي آهي ته اوهين اسان جا چاچا آهيو. جي اها سڌ اڳيئي هجيئون ها ته راڻڪ ديوي زوريءَ ڪٿي کنگهار کي هرگز نه ڏيون ها. هاڻ ته اسان سان "نيڪي برباد گناهه لازم" وارو قصو ٿيو آهي. کنگهار اسان تي الزام مڙهي رهيو آهي ته اسان راڻڪ ديويءَ ۾ بڇڙي اک رکي آهي. انهيءَ بهتان ڪري اسين ڪانئس رسي، اوهان وٽ اجهي لاءِ آيا آهيون. جي اسان سان گڏجي هلو ته کنگهار کي پورو ڪري، راڻڪ ديوي اوهان جي پلئه پايون." پوءِ سدراج سؤ کن چوند پهلوان پالڪين ۾ وهاري، ساڻن گڏ قلعي ڏانهن وڌيو. دربانن ڀائرن کي سڃاڻي، سمجهيو ته شايد مالوا کانئ ساٿ اچي سهڙيو آهي، سو قلعي جو دروازو کولي



۽ڏيائون. سدراج جا سورما دربانن کي ماري، شاهي محلات ڏي ڏوڪيندا ويا، ۽ اوچتو وڃي ڪنگهار جي مٿان ڪڙڪيا. سدراج ڪڏنديئي ترار ڪنگهار جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. پوءِ راڻڪ ديويءَ کي ساڻ ڪري، چانوٽيءَ ۾ وٺي آيو. گهڻوئي ستايائينس ته هاڻ تون منهنجي پٽ راڻي ٿي ويهه پر هوءَ بلڪل باز نه آئي، ۽ وڃي ڏاگهه چڙهي. ڏڄل ۽ ٻيڄل سدراج کان انجام ورتو هو ته راءِ ڪنگهار کانپوءِ جهوناڳڙهه جي حڪومت جون واڳون ڪين سونپيون ويندئون." سو هاڻ انهيءَ انجام جي يادگيري ڏياريائونس، پر سدراج چيو ته "اوهان جهڙن نمڪ حرامن تي ڪهڙو ڀروسو ٿيو! اڄ پنهنجي مامي سان دوهه ڪيو اٿو. ڪهڙي خبر ته سڀاڻي مون سان ڇا ڪندا؟" ائين چئي، ترار ڪڍي، ٻنهيءَ جون سسيون ڪپي ڇڏيائين.

## راءِ ڏياچ جو سنڌي قصو

ڪنهن زماني ۾ راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا جهوناڳڙهه تي راڄ ڪندو هو. ڪيس هڪ ڀيڻ هئي، جا اولاد لاءِ سڪايل هئي. هڪڙي ڏينهن ڪنهن فقير کي وڃي ستايائين ته "سائين! ڌڻيءَ کان دعا گهرو ته مون کي خير جو ٻچڙو ملي." فقير دعا ڪري چيس ته "مائي! پٽڙو سو ملندءِ، مگر اهو راءِ ڏياچ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪندو." هي لفظ ٻڌي راجڪماريءَ کان رڙ نڪري ويئي، ۽ چيائين ته



"سائين! اهڙو پٽ ٿي گهوريو، جو پائم جو سر وڍي." پر فقير جو ڪلام ڪيئن ٽري. پوري نوين مهيني راجڪماريءَ کي هڪ پٽ ڄائو فقير جا سخن ياد ڪري، ٻالڪ کي صندوق ۾ وجهي ڪٽي درياهه ۾ ڦٽو ڪيائين. صندوق لڙهندي لڙهندي اچي راجا انيراءِ جي ملڪ مان نڪتي. هڪ چارڻ ۽ سندس زال، جي درياهه تي پاڻي ڀرڻ لاءِ آيا هئا، تن جي نظر وڃي ان تي پئي. صندوق کي پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي، ڄان ڪٽي کولين ته ڏسن ته منجهس هڪ ٻاروتن ۾ تنجيل ٻار پيو آهي. پوءِ ان کي کڻي ڪري پنهنجي ڳل لاتائون؛ ۽ گهر وٺي وڃي نپايائونس. مٿس نالو رکيائون ٻيجل. نينگر اڄ نندو سڀان وڏو، تان جو اچي ساماڻو. هاڻ هر روز مائٽن جا ڳڏهه گهوڙا وٺي، جهنگ ۾ چارڻ ويندو هو.

انهيءَ جهنگ ۾ هڪ ڏينهن ڪنهن رمتي فقير هرڻ جو شڪار ڪري، ان جو گوشت کائي، باقي آنڊا ڪٽي ڪرڙن تي ڦٽا ڪيا هئا جڏهن جڏهن ڏکڻ جو واءُ لڳندو هو، تڏهن تڏهن اُنهن آنڊن مان اهڙو ته من موهيندڙ الاپ نڪرندو هو، جو پکي ۽ ٻيا جيو جنتر ڪنڌ نمائي، اچي ٻڌڻ بيهندا هئا. هڪ ڏينهن اهو آواز وڃي ٻيجل جي ڪن پيو. دليل ڊوڙائي ڊوڙائي نيٺ سهي ڪيائين ته اهو اچرج انهن آنڊن ۾ سمايل آهي. پوءِ ته آنڊا ڪٽي ڪري پنهنجي چنگ تي چاڙهيائين؛ ۽ ڳز ڪڍي وڄنو ڪين وڄائڻ. اڃا



چنڱ چوريائين ڪين ته مرن ۽ پکين جا ميڙ اچي متا. انهن مار ٻه چار هرڻ جهلي، مائٽن وٽ وٺي آيو. هاڻ هر روز اهڙيءَ ريت شڪار ڪري پيو پنهنجو ۽ مائٽن جو پيٽ پاليندو هو. سندس سرندي جي هاڪ هر جاءِ پکڙجي ويئي.

جنهن وقت ٻيجل ڄائو، تنهن وقت راجا رانيراءِ کي پڻ هڪ ڌيءَ ڄائي هئي. ڪيس سڻ ڏيئون اڳيئي هيون؛ سو دق ٿي، هن ڌيءَ کي صندوق ۾ بند ڪري، ڪٺي درياهه داخل ڪرايائين. صندوق وڃي راءِ ڏياچ جي سرحد مان نڪتي، جتي رتني نالي هڪ ڪنير کي هٿ اچي ويئي. ڪنير، جو اولاد لاءِ سڪايل هو، تنهن کي ههڙو ملوڪ ٻار ڏسي، ڏاڍي خوشي ٿي؛ سو گهر کڻي وڃي چوڄ سان پاليائينس ۽ نالو رکيائينس سورٺ. جيتوڻيڪ رتنو راءِ ڏياچ جي ملڪ ۾ رهندو هو، ته به راجا انيراءَ کي سندس حسن جي خبر پئجي ويئي؛ سو رتني کان ان جي سڱ جي گهر ڪيائين. جا هن خوشيءَ سان قبول ڪئي. جڏهن شاديءَ جو ڏينهن اچي ويجهو ٿيو، تڏهن رتنو هڪ وڏي ڄڃ سڀيرائي، ڌام ڌوم سان اتي شهر مان نڪتو. راءِ ڏياچ جو ان وقت پنهنجي محلات جي دريءَ وٽ ويٺو هو، تنهنجي نظر وڃي ڄڃ تي پئي. پڇا تي معلوم ٿيس ته رتنو پنهنجي ڌيءَ وٺي انيراءِ سان پرڻائڻ ٿو وڃي. اها خبر ٻڌي، ڏاڍي خار لڳس، سو پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڪيائين ته "رتني کي ڪنيي ڌيءَ سميت وٺي اچو." جڏهن انهن کي آڻي



حاضر ڪيائون. تڏهن راءِ ڏياچ رتني کي چيو تہ ”ڪميڻا! مون کي ڇڏي، پنهنجي ڏيءُ وڃي تو ڌارين کي پرڻائين! هاڻ توکي بہ جواب، انيراءِ کي بہ جواب.“ ائين چئي، سورٺ کي وني وڃي حويلي ۾ وهاريائين.

جڏهن انيراءِ کي هن حادثي جي خبر پئي، تڏهن تپي باهہ ٿي ويو، ۽ وڏو لشڪر وٺي اچي جهونا ڳڙهہ تي گهيرو ڪيائين. ٻارهن مهنا جنڊ پٽن سان هٽي بيٺو، پر دال نہ ڳريس. آخر شهہ کائي، موٽي وطن وريو. پوءِ رتن ٽڪن جو ٿالهہ ڀري، ساري ملڪ ۾ ڦيرايائين تہ ”جيڪو راءِ ڏياچ جو سر وڍي ايندو، تنهنکي نہ فقط هيءُ ٿالهہ ملندو، پر ٻيو بہ جيڪي گهرندو سو ملندس.“ ٻيجل جي زال ٿالهہ وٺي رکيو، ۽ ٻول ڪيائين تہ ”منهنجو مڙس ﭘﺎٽھي راجا جي منشا پوري ڪندو.“ جڏهن ٻيجل گهر آيو ۽ ساري قصبي جي سڌ پيس، تڏهن ڏاڍي ڪاوڙ لڳس، سو زال کي جهڻڪي چيائين تہ ”مصيبت پوئي! هيءُ تو ڇا ڪيو؟ هاڻ جي وچن ۾ ولها ٿا پئون، تہ راجا اسان جو جڻ ٻچو پيڙهائي ڇڏيندو.“ ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، ٻيجل پنهنجو سرندو سينگاري، اٿي جهوناڳڙهہ ڏي راهي ٿيو. بہ ٽي منزلون هٽي، نيٺ هڪ ڏينهن نماشام جو اچي قلعي وٽ پهتو.

اللهَ جي آس ڪَري، هَليو هئائين.
چارڻ ٻڌا چَنگ کي، جهُوڙا ۽ جهائين،



ڏئلي راءِ ڏياچ جي، ڏوران ڏِنائين،
وهنتي واحد در، تنه وير ڪيائين:
"سَباجها سائين! راءُ رجهايين راڳَ سين."

پوءِ ته چنگ ڪڍي، وينو وڄائڻ، ۽ ساري رات تندون تنوارِيندو رهيو. سندس ساز جي آواز سينيءَ ڪي گهائي وڌو. راءِ ڏياچ جو پنهنجي رنگ محل ۾ وينو هو، تنهنجي روح ۾ ريلو ڏنو، سو ڪوٽ جي دريءَ ڪان ٻيجل کي پڪاري چيائين ته "مڱڻهار! گهر، جيڪي گهرڻو هجيئي. ٻيجل وراڻيو ته "راجا! مون کي توسان هڪ ڳجهه ڳرهڻو آهي، اجازت ملي ته متي اچي اوريان."

مـڱ نه تسي مَڱڻو، نه مِلڪَ نه مال،
ڏاتِنئون ڏور ٿيي، ڪا جا ڳنس ڳال،
آهي اِن خيال، ته ڏينـي ٿِيان ڏاتار سين.

راءِ ڏياچ پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنو ته "چارڻ کي ڀوڏول ۾ چاڙهي متي وني اچو." هاڻ راءِ ڏياچ ۽ مڱڻي جي وچ ۾ ڪوبه وسيلو ڪونه رهيو، ٻئي خلوت ۾ تي ويا. ٻيجل نکي ڪڇيو، نکي پڇيو؛ سرندو ڪڍي وري به ويهي وڄائڻ لڳو. راءِ ڏياچ جو مِن اهڙو ته موهي وڌائين، جو کيس طرحين طرحين جا انعام آڇڻ لڳو. پر ٻيجل هٿ جوڙي عرض ڪيو ته "راجا! مون وٽ مال متاع جي ڪمي ڪانهي. تنهنجي سخاوت جي ساراهه ٻڌي، تو وٽ وڏي آس ڪي آيو آهيان. اهو سر جو تنهنجي سرير جو سينگار آهي،



تنهنجو ئي، سيڪڙو تي آيو آهيان. اُميد اٿم ته نانهن نه ڪندين." راءِ ڏياچ کي اهڙي ادنگيءَ مگ تي نهايت اچرج لڳو، سو چيائين ته "اي چارڻ! منهنجي مٿي مان توکي ڇا هٿ ايندو؟ انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ. ڏس ته اءٌ توکي کهڙا نه دهرا دان ٿو ڏيان، ساري عمر پيو کائين، ته به کٽڻ جا نه آهن." ٻيجل سان جيڪي مٿا هٿا هئس، سي هنيائين؛ پر هو نه مڙيو. آخر ٻيو ڪو حيلو نه، ڏسي، پنهنجي هٿ سان سر وڍي، چارڻ کي اچلي ڏنائين چارڻ مٿو کڻي انيراءِ وٽ رمندو رهيو.

گُلُ چنو گرنارِ جو، پَٽڻ[1] ٽيون پٽين،
سَهَسيسن سورٺ جِهڙيون، اُپيون اُوسارِينِ،
چوٽا چارَڻَ هَٿَ مِ، سِرُ سينگارئو ڏين،
ناريون ناڌ ڪرِين؛ راجا رات رَمُگيو."

هن حادثي جي خبر هنڌين ماڳي هلي ويئي؛ ۽ ٻيجل جي اچڻ کان اڳ انيراءِ جي به ڪن وڃي پئي. جڏهن ٻيجل سر کڻي انيراءِ جي ڪچهريءَ ۾ آيو، تڏهن انيراءِ پريان ئي ڏهڙ ڏيئي چيس ته "ڪميڻا! جوفي وچان ههڙي

(1) "پٽڻ" جي اصل معنيٰ آهي: شهر. گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ به "پٽڻ" آهن، گجرات واري پٽڻ کي انهلواڙ پٽڻ" يا "پاٽڻ" سڏيندا آهن، ۽ ڪاٺياواڙ واري کي "پرڀاس پٽڻ" يا "پاٽڻ" چوندا آهن. هتي "پٽڻ" مان مراد آهي: "پرڀاس پٽڻ،" جو ڪنهن سمي سئوراشٽر جي جي گاديءَ جو هنڌ هو.



سندا جي صاحب مان بہ نہ گُٽين؛ سو اسان سان الائجي ڪهڙا ڪلور ڪندين. اڄ کان تون اسان جي ملڪ ۾ رهڻ جي لائق نہ آهين. هاڻ هڪدم هليو وڃ. خبردار! جي منهنجي ملڪ ۾ وري پير پاتو اٿيئي." ٻيجل جا چهہ ئي ڇڄي ويا، ۽ ووڪ جا وڍ پڻ پوڻ لڳس. پوءِ تہ متوالن وانگر جهونا ڳڙه ڏي ڊوڙندو ويو. جڏهن شهر جي ويجهو اچي پهتو، تڏهن ڏسي تہ باھ جا مچ پيا ٻرن، ۽ سورٺ ڏاگهہ چڙهي، ستي ٿي رهي آهي. پاڻ بہ ڊوڙندو مچ ۾ ڪاهي پيو، ۽ جلي ڀسم ٿي ويو.

هاڻ سنڌ واري قصي کي جاچي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو تہ ڪاٺياواڙ وارن ٻنهي قصن جا مکيہ جزا منجهس موجود آهن؛ فقط ڪن نالن ۽ واقعن جي وقت جو فرق آهي. سنڌي قصي واري "انيراءِ" جي نالي سان گجرات جو ڪوبہ حاڪم نہ ٿي گذريو آهي، ازانسواءِ، سنڌي قصي ۾ چاٽايل ٿي ڪونهي تہ اهو "انيراءِ" ڪهڙيءَ ڪند جو راجا هو. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ "انيراءِ" "انهلراءِ" جي بگڙيل بناوت آهي. جهڙيءَ ريت "ڏياچ" "دياس" جي بگڙيل بناوت آهي. سنڌي قصي ۾ توڙي "راٺڪ ديوي" جي قصي ۾ هڪ راجا پنهنجي نيائي قفي ڪرائي ڇڏي ٿو. جا هڪ ڪنيار جي هٿ چڙهي ٿي، ۽ جنهن جي شاديءَ تان گجرات ۽ ڪاٺياواڙ جي حاڪمن جو پاڻ ۾ جهڳڙو لڳي ٿو، پر سنڌي قصي ۾ ڪنيار جو نالو "رتنو" آهي ۽ ٻئي قصي ۾ "هرمتيئو." شاھ عبداللطيف "ڏياچ" ۽ "ڪنگهار" جا نالا



ذڪر ڪيا آهن، مگر ٻنهيءَ کي هڪ ڪري سمجهيو اٿس، ساڳيءَ ريت "چندرودنا" ۽ "راڻڪ ديوي" کي ٻه هڪڙي ئي نالي "سورٺ" سان سڏيو اٿس. سنڌي قصي ۾ آيل درياھ ۾ لوڙهائڻ وارا ٻه واقعا دل سان ئي نه ٿا لڳن؛ ڇو ته ڪانياواڙ توڙي گجرات ۾ اهڙو ڪو وهندڙ درياھ آهي ئي ڪونه، ۽ ٻيو ته هڪ صندوق جو اوپارو وڃڻ ۽ ٻيءَ جو لهوارو لڙهڻ اعتبار ۾ ئي نٿو اچي.

اهو مونجهارو ڪيئن پيو، تنهنجو هيءَ سبب ٿو ڀانئجي؛ راءِ ڏياچ جو قصو، شاھ جي رسالي ۾ آيل ٻين قصن وانگر، نڪو ڪنهن جهوني ڪتاب، جهڙوڪ "تاريخ طاهري"، "تاريخ معصومي"، "تحفةالڪرام" وغيره ۾ بيان ڪيل آهي، ۽ نڪو ڪُو اُن بنسبت ڪنهن اڳئين شاعر، جهڙوڪ شاھ عبدالڪريم بلڙيءَ واري، شعر گوئي ڪئي آهي، هن مان ثابت آهي ته شاھ، جو گجرات ۽ ڪانياواڙ جي سير تي ويو ٿو ڏسجي، تنهن مٿيون ٻئي آکاڻيون اتي ٻڌيون آهن. پوءِ گهڻي وقت پوڻ ڪري، ٻئي قصا سندس دل ۾ گڏجي مسجي هڪ ٿي ويا آهن. انهيءَ ۾ ٻه ڪو عجب ڪونهي، ڇو راج ڪمارين تان معاملو مچڻ، ڪانياواڙ جي حاڪمن جي اُرھ زورائي ڪرڻ، گجرات جي حاڪمن جو وير ونڻ لاءِ جهونا ڳڙھ تي ڪاهڻ، ٻيجل جي ذوھ سان ڪانياواڙ جي حاڪمن جو سر وڃائڻ، ۽ ٻيجل کي پنهنجيءَ بديءَ جي سزا ملڻ.

راءِ ڏياچ جي تمثيل هيٺ شاھ انهيءَ مرادوند مريد جو



ذڪر ڪيو آهي، جو طريقت جي راهه ۾ نفس کي نهوڙي، مرشد جي هڪ اشاري تي نه فقط پنهنجو تن من ۽ ڌن سندس قدمن تان قربان ڪيو ڇڏي، پر پڻ پنهنجي سر ڏيڻ کان نٿو گسي. اهڙيءَ قربانيءَ جي عيوض ڪيس مرشد وٽان اَبدي حياتي حاصل ٿئي ٿي. مرشد ڪامل جي انهيءَ تقاضا ڏي اشارو ڪندي رومي مثنويءَ ۾ چيو آهي:

"نيم جان بستاند و صد جان دهد،
آنچه در وهمت نيايد آن دهد."

يعني، "مرشد هيءَ اَڌوري حياتي وٺي، ان جي عيوض سؤ حياتيون بخشي ٿو، ۽ اهڙيون نعمتون عطا ڪري ٿو، جي تنهنجي خيال ۾ به نه اينديون."

تحقيق، مرشد ڪامل جي هڪڙيئي روحاني راز جي عيوض سالڪ جا سوين سر ڪافي نه آهن. هڪڙي حياتي ڇا آهي؟ ڪروڙين حياتيون هجن، سي به انهيءَ روحاني راز، جنهن جي ذريعي ابدي حياتي حاصل ٿئي ٿي؛ تنهنجي اڳيان تچ سمان آهن.

سَؤ سِرن پائي، جي تندُ بَرابَر توريان،
اَتـل اوڏاهه ٿِئي، جيڏاهه ٻيجَل ٻرائي،
سَڪڻون هَڏُ آهي، سِر ۾ سيڻ ناهه ڪِين.



# ڪربلا جو قضيو*

حضرت محمدﷺ جي وفات، بعد هڪدم هيءُ سوال اٿيو تہ هيڏي ساري سلطنت، دنيوي توڙي ديني، جا گويا هڪ لحظي اندر بريا ڪئي ويئي هئي، تنهنجون واڳون ڪنهن جي حوالي ڪجن؟ مسلم قوم جي نظر ۾ چار فائق انهيءَ عهدي جا هر وجه لائق هئا. اُهي هئا، حضرت ابوبڪر رضہ، حضرت عمر رضہ، حضرت عثمان رضہ ۽ حضرت علي. پهريان ٻہ پيغمبر جا سهرا ۽ پويان ٻہ سندس نياٽا هئا. جيتوڻيڪ چارئي پيغمبرﷺ جا عزيز اصحاب هئا، تڏهن بہ حضرت عليءَ جي ساڻن مائٽي هڙنيءَ کان ويجهي هئي. هو نہ فقط پيغمبرﷺ جو نياٽو هو، پر سندن سڳو سؤٽ بہ هو، جنهن لحاظ تي سندن حقيقي وارث پڻ هو. ازانسواءِ، پيغمبرﷺ ۽ حضرت علي، ٻئي قريشي قوم جي مڪيہ هاشمي قبيلي مان هئا. قريش قوم جا وڏي تعداد ۾

* هن قصي جو مضمون شيعن جي معتبر ڪتابن جهڙوڪ، ناسخ التواريخ، روضہ الشهداءَ ۽ پڻ ڪن انگريزي ڪتابن، جهڙوڪ واشنگٽن ارونگ جو "محمد جا پويان" سرلئس پيليءَ جو "امام حسين" وغيره مان انتخاب ڪيو ويو آهي.



هئي، تنهن هاشمي قبيلي جي مرضي ريتي، خلافت جو فيصلو اجماعي چونڊ تي ڇڏيو. آخر گهڻي رد بدل بعد حضرت ابوبڪر خليفو چونڊجي ويو، ۽ سڀني مسلمانن کي سندس بيعت مڃڻي پيئي. پر اُن وقت کان وٺي هاشمين ۽ قريشين جي سينن ۾ اڻبڻت جو سلو اُسرندو ويو، جو ٿوري ئي عرصي ۾ وڏي وڻ تي پيو. نيٺ مسلم قوم سنين ۽ شيعن جي ٻن فرقن ۾ ورهائجي ويئي.

حضرت ابوبڪر کانپوءِ حضرت عمر، اُن بعد حضرت عثمان، ۽ آخر حضرت علي خلافت جي مسند تي ويٺو. حضرت عليءَ کانپوءِ سندس وڏو پٽ امام[1] حسن، بنا مخالفت خليفو چونڊجي ويو. مگر هن جلدئي شام جي حاڪم معاويه سان جنگ ڪندي، شڪست کاڌي، جنهن ڪري خلافت تان دستبردار ٿيڻو پيس. پوءِ خلافت جون واڳون حضرت معاويه پنهنجي هٿ ۾ آنديون؛ ۽ امام حسن ۽ سندس ڀاءُ امام حسين کي وڏا وظيفا ڏيئي، مديني اُماڻي ڇڏيائين، جتي هن پنهنجي حياتي آرام سان پئي گذاري. امام حسن کي اهو ٻه انجام مليل هو ته حضرت معاويه کان پوءِ وري ٻه خلافت کيس سونپي ويندي. پر حضرت معاويه جي پٽ يزيد جي ٻه خلافت ۾ اک هئي. سو ڀيءُ جي مرڻ

(1) هن لفظ جي اصل معنيٰ آهي: اڳواڻ يا پيشوا. شيعا پنهنجي فرقي جي پيشوائن کي ”امام“ جي لقب سان سڏيندا آهن. هن موجب مڙيئي ٻارهن امام ٿي گذريا آهن، جن مان پهريان ٽي هئا: حضرت علي، امام حسن ۽ امام حسين.



کان اڳٿي، امام حسن کي زهر ڏياري، مارائي ڇڏيائين. آخر جڏهن حضرت معاويه سن 679ع ۾ وفات ڪئي، تڏهن يزيد، اجماعي چونڊ بنا، زوريءَ پاڻ کي خليفو ظاهر ڪيو. اصل ڪان ئي اها مرضي هوندي هئس ته پاسي ۾ ڪو ڪنڊو نه هجيم. امام حسن ته سندس ڏوهه سان اڳيئي شهيد[1] ٿي ويو هو، باقي ٻه شخص وڃي بچيا هئا، جن مان ڪيس وڏو خطرو هو. اُهي هئا: امام حسين ۽ عبدالله بن زبير، جي ٻئي مديني ۾ رهندا هئا. حضرت معاويه جي موت جي خبر مديني ۾ پهچي ئي پهچي، تنهن کان اڳ يزيد اتي جي حاڪم وليد بن عتبه کي لکي موڪليو ته "حسين ۽ عبدالله کان هڪدم وفاداريءَ جو وعدو وٺي، مون کي اطلاع ڪر." وليد کي جڏهن اهو فرمان رسيو، تڏهن هن خليفي عثمان جي دبير، مروان سان صلاح ڪئي، جنهن چيس ته "ٻنهيءَ کي پاڻ وٽ سڏائي، ڪائنس بيعت وٺ؛ جي انڪار ڪن ته اُتي جو اُتي قتل ڪرائي ڇڏين." پر امام حسين ۽ عبدالله کي هن منصوبي جي ڪُڙڪ پئجي ويئي، سو راتو واهه مدينو ڇڏي، عيالن سميت اتي مڪي ڏانهن پنڌ پيا. اتي پهچڻ شرط پاڻ کي ڪليو ڪلايو يزيد جو دشمن ظاهر ڪيائون.

هاڻ ته حضرت معاويه جي موت جي خبر هر هنڌ هلي

---

(1) "شهيد" لفظ جي اصل معنيٰ آهي: اهو شخص جو پنهنجي دين يا ايمان جي سچائيءَ ثابت ڪرڻ لاءِ سر قربان ڪري.



وڃي، سو امام حسين کي ڪوفين وٽان ڪاغذ اچڻ لڳا ته "اسين سڀ تنهنجا تابعدار آهيون؛ ۽ تون ئي اسان جو خليفو آهين، فقط هيڪر هيڏي اچي، اسان کي پنهنجو مبارڪ منهن ڏيکار ته توکي بيعت ڏيئي. يزيد سان جنگ جوٽڻ جو جهنڊو کڙو ڪريون."

ڪوفينَ ڪاغذ، لِکيو، وچ وجهي الله،
"اَسين تابِع تنهِجا، تون اسان جو شاهه،
هيڪرَ هيڏي آءُ، ته تخت تابيني تنهنجي."

انهيءَ تي امام حسين پنهنجي سؤٽ امام مسلم بن عقيل کي ڪوفي ڏانهن روانو ڪيو ته "وڃي تحقيقات ڪري ڏس ته ڪوفيءَ ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهن." امام مسلم عرق جا بريٽ لتاڙي، اچي ڪوفي ۾ پهتو. ماڻهن سندس ڏاڍي مرحبا ڪئي، ۽ خاطري ڏيئي چيائونس ته "ارڙهن هزار غازي حق جي راهه ۾ جان ۽ مال قربان ڪرڻ لاءِ هڪيا حاضر آهن." پوءِ ته هر روز حشام ماڻهن جا امام مسلم کي بيعت ڏيڻ لاءِ اچي مڙندا هئا غازين جو تعداد ويو وڌندو. تان جو هڪ لک چاليهه هزارن ماڻهن جو ڪٽڪ چي ڪٺو ٿيو. ڪوفين جو اهڙو اتساهه ڏسي، امام مسلم مام حسين کي لکي موڪليو ته "اوهان جي حق ۾ خاطر خواهه بندوبست ٿي رهيا آهن." ۽ سارو قصو اهڙو ته ڳجهه ڪوهه ۾ پيو هلي جو خود هتي جي حاڪم، نعمان بن بشير، کي به بنهه ڪل ڪانهي. هانءِ بهتر آهي ته اوهين به



هيڏانهن هليا اچو.“

جيتوڻيڪ نعمان غفلت جي غشيءَ ۾ هو ته به يزيدکي دمشق ۾ ساريءَ حقيقت جي پروڙ پئجي ويئي، سو بصري جي حاڪم امير عبدالله کي امر ڪيائين ته ”سيگهه ڪري، ڪوفي ۾ وڃي نعمان کي برطرف ڪر ۽ حڪومت جون واڳون وٺي پنهنجي هٿ آڻ.“ عبدالله ويهارو ڪن سوار ساڻ ڪري، ڪوفي ڏانهن سٽيندو ويو، به چار منزلون ماري، هڪ ڏينهن اونداهيءَ جو اچي شهر ۾ پهتو. ماڻهو جي امام حسين جي اچڻ لاءِ واتون نهاري رهيا هئا، تن عبدالله جو ڪارو پٽڪو ڏسي سمجيو ته امام حسين اچي ويو آهي، سو سيئي هٿ ادب جا ٻڌي، سندس چوگرد ٿي بيٺا. پر سوارن هڪل ڪري چيو ته ”خبردار! هٽي پري ٿيو! هيءَ اوهان جو نئون حاڪم امير عبدالله آهي.“ ڪوفي نااميد ٿي چڙوچڙ ٿي ويا. عبدالله قلعي ڏانهن ڪاهي، وڃي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪيون، ۽ ڏينهن ٻن ۾ امام مسلم کي شهيد ڪرائي سندس سسي يزيد ڏانهن رواني ڪيائين.

امام حسين، جنهن کي هن حادثي جو ڪو سماءُ ڪونه هو، سو امام مسلم جي صلاح موجب ڪوفي ڏانهن وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. عزيزن خويشن ڪيس گهڻوئي سمجهايو ته ”ڪوفين جي بي وفائي ايامن کان مشهور آهي اصل چوڻي آهي ته ”ڪوفي لايوفي“ (ڪوفي بيوفا آهن).



سو منجهن وفاداريءَ جي اميد رکڻ اجائي آهي. اسان جو اوهان کي عرض آهي ته جيستائين هو ظاهر ظهور يزيد جي ساٿ هون جنبي جنگ نه جوٽين، تيستائين اوهين هتان چروئي نه. سندس سؤٽ عبدالله بن عباس به کيس ليلائي چيو ته "ٻيو جي نه، ته به مستورات کي هتي ڇڏي وڃو." امام حسين نه مڃيو ۽ ورائي ڏنائين ته "سڀ ڪجهه ڌڻيءَ جي اختيار آهي، جيڪي ٿيڻو هوندو. سو اوس ٿيندو." پوءِ ڪٽنب قبيلو وٺي، ٿورا بورائو ساڻ ڪري، اُتي ڪوفي ڏانهن هليو. محرم[1] جي پهرين تاريخ خميس (وسپت) ڏينهن (سنه 62 هجري مطابق 680ع) بابل جي سرحد تي رسيو ئي ڪين ته پريان هڪ سوارن جي ٽولي ايندي ڏٺائين. ڀانيائين ته ڪوفي استقبال لاءِ ٽا اچن. اجا انهيءَ خيال ۾ هو ته ٽولي جي مهندار، حر، کيس هڪل ڪري چيو ته "امير عبدالله جو امر آهي ته امام حسين کي نظر بند ڪري، آٽي موڙ وٽ حاضر ڪريو." هي حرف ٻڌي، امام حسين حيران ٿي ويو، پر عبدالله جي امر جي ڪا پرواهه نه ڪري،

---

(1) محرم" لفظ جي اصل معنيٰ آهي: حرام ٺهرايل يا منع ڪيل. هيءُ اسلامي سال جو پهريون مهينو آهي. ان کي محرم انهيءَ ڪري سڏيو اٿن جو جهالت جي زماني ۾ توڙي پيغمبرﷺ جي وقت منجهس ڪنهن به قسم جو جهيڙو جهٽو يا لڙائي ڪرڻ حرام ليکبي هئي. هن مهيني کي مسلمان بلڪل سڳورو مهينو ڪري سمجهندا آهن. انهيءَ ڳالهه جو ڪوبه لحاظ نه رکي ۽ شرع جي حڪمن جي انحرافي ڪري، يزيد محرم ۾ امامن سان جنگ جوٽي.

## [illegible]

حر کي حق جي راھ جي دعوت ڏيڻ لڳو. اجا پاڻ ۾ ڳالھيون ٻولھيون پئي ڪيائون تہ اوچتو ھڪڙا پنج اوڦتو سوار اچي نڪتا. منجھائن ھڪڙو امام حسين جو ڏيٺي ھو، اُن کان خبرون چاون ونـدي، معلوم ٿيس تہ ڪوفي ڦري وڃي يزيد جا جماعتي ٿيا آھن، ۽ امام مسلم شھيد ٿي ويو آھي.

ڪوفيِن قَھرَ ڪيِو، ٿئا جَماتي يزيد جا،
پَليتَن کي پِڙَ ۾، ورنه وَر پئو،
سَدَرُ ھون سِھو، شيرُ شھادَت رَسِئو.

ھيءَ سڌ سڻي، امام حسين جي ھٿـن مان جڻ تہ ڪجھ ڪري پيو. نراسائي ۽ نا اميدي وڪوڙي ويس، پر خدا تي توڪل رکي اڳتي وڌيو. حر بہ سندس پٺ نہ ڇڏي، پر ساڻس ڪا ڪؤنس نہ ڪيائين. ساري رات سواري ڪري محرم جي ٻي تاريخ، جمعہ ڏينھن، واٽ تي ٿورو ترسي، فجر جي نماز پڙھي جھڙو وري پنڌ پيو تہ ھڪ سوار نظر آيس، جنھن حر وٽ ھڪ خط آڻي پيش ڪيو. اھو خط عبدالله وٽان ھو. ان ۾ حر کي ھدايت ڪيل ھئي تہ "امام حسين کي سندس ساٿين سميت آڻي، ڪنھن اھڙي اڪيلي بريٽ ۾ بلائتو ڪر، جو جيستائين اسان جو لشڪر اچي ڪين گھيرو ڪري، تيستائين اُتان چرڻ جي مجال ئي نہ ھجين."
پوءِ تہ سيئي ستون ڏيندا، محرم جي ٽين تاريخ، ڇنڇر جي ڏينھن، فرات نديءَ جي ڪناري وٽ، ماريہ جي ميدان ۾

اچي پهتا. اتي عمر بن سعد چار هزار سپاهي وٺيو. اڳئي تيار بيٺو هو.

هاڻ امام حسين جو گهوڙو "ذوالجناح" اڳتي وڌڻ جي نه بيو ڪري. گهڻي ئي اڙيون هنيائينس، پر پگ به نه پُريو. امام حسين حيرت ۾ پئجي ويو. ساٿين کان پڇيائين ته "هن بريت ۾ ڪهڙي ويڌن آهي، جو گهوڙو وک به نٿو وڌ ئي؟ سندس نالو ڇا آهي؟" هڪڙي ساٿيءَ هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته "اي امام سڳورا هيءُ ماريته جو ميدان آهي. ان کي ڪربلا جي نالي سان پڻ سڏين ٿا." هيءَ ٻڌي امام حسين جي وات مان هي حرف نڪري ويا: "الله اڪبر اَرض ذَڪرب وَ بلاءِ وَ يسفڪُ الدماءَ" (الله اڪبر! هي زمين مصيبت ۽ آفت جو گهر آهي؛ ۽ منجهس رت جا ريلا بيا وهن). [1] انهيءَ تي پٽس علي اڪبر پڇيو ته "ابا سائين! هي ڇا ٿا چئو؟" امام حسين فرمايو ته "هڪ لڳا آءُ ابي ۽ ادي سان گڏجي هن ميدان ۾ اچي رهيو هوس. ابو امام حسن جي هنج ۾ مٿو رکي سمهي رهيو، ۽ آءُ وجي سندس سرانديءَ کان ويٺس. اوچتو ابي جون اکيون کلي پيئون، جن مان لڙڪ پئي لڙيا. امام حسن ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو، فرمايائين ته "مون بنه هاڻ خواب ۾ پئي ڏٺو ته هڪ رت جو تلاءُ آهي، جنهن ۾ امام حسين هٿ پير هڻي،

(1) ڪربلا= ڪرب (مصيبت ياڏک)+ بلا (آفت). ڪربلا جي ميدان کي شط الفرات ۽ نينوا جي نالن سان پڻ سڏيندا هئا.



دانهون ڪوڪون ڪري رهيو آهي، پر نڪو اتس اوهي نڪو واهي.“ پوءِ مون ڏانهن منهن ڪري چيائين ته ”اي منهنجا جاني جگر! هن ميدان ۾ توسان اها ماجرا اوس ٿيڻي آهي. پوءِ تون ڪيئن ڪندين؟“ تنهن تي مون جواب ڏنو ته ”انما يو في الصابرُون اَجرهم بغير حساب“ (تحقيق صابرن کي سندن لائق انعام اڻ مئي انداز ۾ ڏنو ويندو). هاڻ اهو الاهي امر اچي اوڏو ٿيو آهي: ”ان کي مُرڪي منهن ڏيندس.“

آخر امام حسين اچي عمر سان مليو ۽ ساڻس ڪوفين جي بي وفائيءَ جي ڪيفيت ڪري چيائينس ته ”جي هاڻي اوهان کي اعتراض نہ هجي ته آءٌ موٽي مڪي وڃڻ لاءِ تيار آهيان.“ انهيءَ تي عمر ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ عبدالله کان اجازت وٺڻ لاءِ قاصد روانو ڪيائين. پر عبدالله انڪار ڪيو. اتلو حڪم موڪليائينس ته ”فرات نديءَ جي ڪناري تي سخت پهرو بيهاري، امام حسين جن جو پاڻي بند رک، جيستائين هو يزيد جي بيعت مڃي.“ امام حسين ٻيو ڪو حيلو وسيلو نہ ڏسي، ڪربلا جي پڙ ۾ خيما کوڙي، ڪريم تي ڪم وجهي ويهي رهيو. پر پليتن جو پاڻي بند ڪيو هون، سو اچي ڏاڍا عاجز ۽ پريشان ٿيا. پنهنجي ڪٽنب ۽ ساٿين کي پاڻيءَ لاءِ پاهه ٿيندو ڏسي، امام حسين عمر کي سڏي چيو ته ”يلا مون کي ڇڏيو ته دمشق وڃي يزيد سان روبرو فيصلو ڪريان، يا موٽي مڪي وڃان، يا ته خراسان جي



سرحد تي وڃي ترڪن سان لڙان." عمر وري به عبدالله کي چوائي موڪليو، پر هو نه مڙيو ۽ شمر نالي هڪ خبيث هٿان جواب مڪائين ته "جي امام حسين بيعت مڃي، ته واهه، نه ته کيس قتل ڪري. سندس لاش گهوڙن جي پيرن هيٺان لتاڙائي ڇڏيو." شمر کي اها مخفي هدايت پڻ ڏنائين ته "جي انهيءَ حڪم جي بجا آوريءَ ۾ عمر ڪا ڪوتاهي ڪري، ته هڪدم کيس قتل ڪري، تون پاڻ لشڪر جو مهندار ٿج.

انهيءَ رد بدل ۾ ڇهه ڏينهن لنگهي ويا. آخر نائين تاريخ، جمعه جي ڏينهن، نماشام جو عمر پنهنجو لشڪر امام حسين جي ڇانوڻيءَ جي ويجهو ڪيو. جيئن هو سانجهي نماز پڙهي، پنهنجي تنبوءَ وٽ ويٺو هو، تيئن عمر وٽان لنگهي آيو، ۽ اچي عبدالله جي آخري فيصلي جو اطلاع ڪيائينس. امام حسين چيس ته "اڄوڪي رات ڇڏينم، ته دل من پڇان، صبح جو آءٌ توکي پاڻيهي جواب موڪليندس."

پوءِ ته اڪيلوئي اڪيلو تنبوءَ جي در وٽ ويٺو رهيو، ۽ ٿڪ ۾ پئجي ويو. اوچتو سندس همشيره بيبي زينب، اندر لنگهي آئي، جنهن کي ڏسي نهايت درد ڀريل دانهن ڪري چيائين ته "بنهه هاڻي پنهنجو نانو نبي ڪريم خواب ۾ پئي ڏٺم، فرمايائون ته "ابا! اوهين جلد اچي مون سان جنت ۾ ملندا." هي لفظ ٻڌي، بيبي زينب وسواس ۾ پئجي ويئي؛ ۽ چيائين ته "واويلا واويلا! هاڻ اسان جي خاندان جو اچي



خاتمو ٿيو! اسان جي جيجل گذر ڪري ويئي، اسان جو ابو ۽ ادو بہ وڃي رب کي رسيا. هاءِ! هاءِ! باقي جي بچيا آهيون. تن جو بہ هاڻ خير ڪونهي. ائين چئي، بيهوش ٿي ڪري پئي. امام حسين اُتي مٿس پاڻي ڇنڊي ڪيس سڌير ڪيو، ۽ دلداري ڏيئي چيائينس تہ ”ڪل نفس ذائقه الموت (سينيءَ کي موت جو ذائقو چکڻو آهي)، هر ڪنهن کي اڳي پوءِ اوس هلڻو آهي، ڪير بہ ڪونہ رهندو، ابو، اما ۽ ادو مونکان هر طرح وڌيڪ پيارا هئا، تہ بہ عزرائيل جي چنبي کان نہ ڇٽا. خود خدا جي پياري رسولﷺ کي بہ رباني راهہ وٺڻي پئي. هيءُ خاڪ جو پتلو آخر خاڪ ٿيڻو آهي، تنهنڪري رب جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي.“

امام حسين سان فقط چاليهہ پيادا ۽ ٻٽيهہ سوار هئا، پر هر هڪ جي جسم ۾ سرفروشيءَ جو روح ڦوڪيل هو. هاڻ انهن کي سڏي، وينو ساڻن پهہ پچائڻ.

ڪامِل ڪَربَلا ۾، پاڻ آيا پيهي،
پَهہ ڪِئائون پاڻ ۾ مُقابِل ويهي،
قضا هي ڪيهي، هيءَ! هيءَ! تي حُسين سين؟

چيائين تہ ”يزيد کی فقط منهنجي سر جي لوڙ آهي. اوهين منهنجي ڪري ڇو پيا هي سختيون سهو؟ منهنجي بربادي‌ءَ جو اوهين ڪو اُلڪو نہ ڪريو. مون کي قسمت جي حوالي ڇڏي، اوهين موٽي ملڪ وڃو.“ انهيءَ تي سيني هڪ آواز سان پڪاري چيو تہ ”خدا شال اهو ڏينهن نہ



ڏيندو، جو توهان کان سواءِ جڳ ۾ جيئنداسين! جي بک ۽ اُڃ وگهي مئاسون، ته به اوهان جي پٺيان، جي دشمن جي ترار جو بک ٿياسون، ته به اوهان جي پٺيان، موٽي مور نه ويندا سون. پنهنجن سورمن جي اهڙي سورهيائي ڏسي، امام حسين هاڻ شهادت جا سانباها ڪرڻ لڳو. خيمن کي ڪٽي بند قطارن ۾ هٽايائين، ۽ سندن پٺ ۾ کاهي ڪٽائي، ان کي وڏن بندن سان ڀرائي ڇڏيائين، انهيءَ لاءِ ته جي دشمن دوبدو وڙهڻ بدران، پٺيان حملو ڪري ته بندن کي باهه ڏيئي، کيس هٽائي پري ڪجي.

ڪربلا جي پڙ ۾، خيما کوڙيائون،
جهيڙو يزيد سامهون، جنبي جوڙيائون،
منهن نه موڙيائون، پسي تاءُ ترار جو.

هاڻ ته اُبِ اکين پئي ڏٺو، سيني ائين پئي سمجهيو ته هيءَ اسان جي آخري رات آهي؛ سو هر ڪو آگي جي عبادت ۾ جنبي ويو.

روضته الشهدا ۾ چيل آهي ته انهيءَ رات امام حسين جي گهرواريءَ، بيبي شهر بانوءَ[1] خواب ۾ ڏٺو ته بيبي فاطمه[2] ڪربلا جو ميدان پئي سوري ۽ ٻهاري. جڏهن ڪانئس انهيءَ

(1) بيبي شهربانو ايران جي آخري شهنشاهه يزدگرد ٽئين جي نياڻي هئي.
(2) بيبي فاطمه پيغمبر ﷺ جن جي نياڻي هئي، جا ڪين بيبي خديجه مان ڄائي هئي. پيغمبر ﷺ جي وفات کان پوءِ ڇهين مهني گذر ڪري ويئي



جو سبب پڇيائين، تڏهن هن جواب ڏنس ته "سپاٽي هن پڙ تي منهنجو پٽ ۽ تنهنجو ڪانڌ شهيد ٿيٺو آهي، جنهن لاءِ پٽ پئي صاف ڪريان؛ ته متان سندس ڪومل لڱن تي ڪا پٽري نه لڳي وڃي"، ائين چئي وني خدا کي وينيون ڪيائين ته "ياخدا! منهنجو پٽ هاڻ تو کي پرتو آهي."

محرم مهيني جي ڏهينءَ تاريخ، ڇنڇر جي ڏينهن، اسر جو، امام حسين بدن تي مصري قبا پهري، متي تي پيغمبرﷺ جي دستار شريف رکي، ڪلهي تي حضرت حمزي جي ڍال ڍاري ۽ چيله تي حضرت عليءَ جي ذوالفقار ٻڌي، ذوالجناح تي چڙهي، لڙائي لاءِ تيار ٿي بيٺو، ۽ مصحف شريف کڻي خدا کيّ ٻاڏائي چيائين ته "اي رب العالمين! هن جهان ۾ هاڻ توکانسواءِ منهنجو ٻيو ڪوبہ اجهو آسرو ڪونهي. تون ئي منهنجو مشڪل ڪشا ۽ حامي همراهه آهين." اجا دعا گهري بس ڪيائين ڪين، ته دشمن جي طرف کان هڪ سوارن جي ٽولي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺائين. ڀانيائين ته هاڻ دشمن هلان شروع ڪئي آهي. پر سنت ئي معلوم ٿيس ته حر پنهنجي فوج سميت، دشمن سان ڇني، سندس مٿان سر قربان ڪرڻ لاءِ ڪاهيندو پيو اچي. حر جيئن اڳتي وڌندو پئي آيو، تيئن هڪل ڪري پئي چيائين ته "اي ڪوفيو! افسوس آهي اوهان جي حال تي! عليءَ جي اولاد کي پاڻ وٽ گهرائي، ساڻن لڙائي لاءِ سنبري آيا آهيو! اوهان کين فرات جي پاڻيءَ کان سڪايو آهي، جو ڪافر ۽ جهنگ جا مرون بہ بنا جهل پل پيا پيئن! هاءِ! هاءِ! قيامت



جي ڏينهن اوهين انهيءَ ستم جو ڪهڙو جواب ڏيندا؟" پوءِ
ته ايندي ئي امام حسين جي پيرن تي ڪري چيائين ته:

"آهيان عاشق آگِ جو، پتنگُ پَروانو،
مانَ راضي ٿيي رسول رب جو، نبي تو نانو،
هي سِر سَمانو، گهوٽ! مٿائين گهوريان."

امام حسين ڪٿي ڪري ڳر لاتس، ۽ ڏٽيءَ جي درگاهه
مان سندس حق ۾ دعا گهريائين.

عمر هيءَ حال ڏسي، ڏاڍو پشيمان ٿيو، ۽ مرضي ٿيس
ته ٻان به ڪٿي ڪوتاهه ڪجي. پر شمر ملعون نڪا ڪئي
هم نڪا تم، وٺي تيرن جا وسڪارا مچايائين. انهيءَ تي
حر ڪي جولان اچي ويو، سو هڪدم ميدان ۾ گهڙي پيو، ۽
ڪيترن ڪافرن جا سر ڌڙن کان ڌار ڪري ڇڏيائين. پر
ڪن ۾ پاڻ به زخمجي وڃي شهادت کي رسيو. پوءِ ته:

بُهادُر گِڏٿا بهادرين، ڪَڙڳَ ڪِلول ڪَن،
وِجهن ڌڙَ ڌَڙن تي، هاڪارين هٿَن،
ڪِرَن، ڪنڌ نَچَن، رڻ گجَئو، راڙو ٿئو.

هوڏانهن هُن هاڪارئو. هيڏانهن هي هٿَن،
سُرنايون ۽ سُندڙا، ٻنهين پار ٻـُرَن،
گهوٽـن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لائون لَڌيون.

غازين جو حملو پسي، دشمن جون دليون دهلجي
ويون. سو هاڻ دغا بازي ڪري، امام حسين جي خيمن تي



ڪاهي پيا، پر موچڙا ڪائي پٽ تي موٽيا. آخر ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، شمر ملعون لشڪر کي حڪم ڏنو تہ ”خيمن کي باھ ڏيو.“ انهيءَ تي بيبيون ڪيهون ڪنديون ٻاهر نڪري آيون. امام حسين ڪين اهڙو وياڪل ڏسي، شمر کي واڪو ڪري چيو تہ ”اي پليت! منهنجي عيال مان ٻ نہ تو ترين! شل جهنم جي باھ ۾ جلي مرين!“ هنن حرفن شمر کي هٽي تمام ڪري وڌو، سو پنهنجو حڪم رد ڪيائين. اتي اچي ٻپهر ٿيا. ٻنهين ڌرين لڙائي مهمل ڪري، اڳينءَ نماز پڙهي. امام حسين ”صلواة الخوف“[1] ٻہ ادا ڪئي.

پوءِ دشمن وري جلھ شروع ڪئي، تيرن جا مينهن وسي ويا. غازي ٻہ دل جا وهم وساري، ڪافرن تي ڪاهي پيا، ۽ مردودن جا مٿا لاهي، ڍونڍن جا ڍير ڪٽي ڪيائون،

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا سيد شيرَ،
ماري مِصرين سين، ڍُنڍَ ڪِئائون ڍيرَ،
دَهلئا اُت دليرَ، پَسي حملو مير حُسين جو.

ڪامِلَ ڪَربلا ۾، آيا جُنگَ جُوان،
ڌرتي ڌُٻي لَرزي، ترتَلِئا آسمان،
ڪَرہ هُئي ڪان، هو نظارو نينهن جو.

(1) صلواة الخوف جي معنيٰ آهي: خوف جي نماز، اڳ جڏهن مسلمان جنگ تي ويندا هئا، تڏهن دشمن جي خوف ڪان ساري نماز پڙهي نہ سگهندا هئا، ۽ ان جي بدران فقط ٻہ رڪعتون پڙهندا هئا.



پر هيڏي ننڍڙي فوج يزيد جي پربت جيڏي لشڪر تي پڙي، نہ سگهي. ٿوريئي عرصي ۾ امام حسين جا سڀ ساٿي مارجي ويا ۽ باقي وڃي سندس پٽ ۽ ڀائٽيا بچيا. پوءِ تہ انهن ۾ بہ اچي تاڪوڙو پيو.

پنهنجن جاني جگرن کي ڪسندو ڏسي. امام قاسم چاہيو ٿي مٿان سر صدقي ڪرڻ لاءِ اُتي ڪڙو ٿيو؛ پر هن موڪل نہ ڏنيس. سو نراس ٿي، وڃي تنبوءَ ۾ ويهي رهيو. اوچتو دل تي تري آيس تہ ”ابي ٻانهن ۾ تعويذ ٻڌي چيو هئم تہ ”جي ڪا اؤکي اچي پوئي تہ اُهو چوڙي پڙهج ۽ اُن موجب عمل ڪج.“ تعويذ کولي ڪٽي پڙهي تہ لکيو پيو آهي تہ ”جڏهن ڪربلا جي پڙ ۾ ڪوفي امام حسين سان قهر ڪن، تڏهن تون مٿانئس پنهنجو سر قربان ڪج. جي هو توکي، منع ڪري، تہ ڪارون آٽي بہ قبول ڪرائجانس.“ پوءِ تہ تعويذ آٽي امام حسين کي هٿ ۾ ڏنائين. جنهن پڙهي زار زار روو ۽ چيائين تہ ”ادي توکي جيئن منهنجي لاءِ وصيت ڪئي آهي، تيئن مون کي بہ تنهنجي لاءِ وصيت ڪئي هئا ين. هاڻ هيڏي آءُ، تہ اول اُها بجا آٽيان.“ پوءِ امام قاسم کي ٻانهن کان وٺي ٻيبين وٽ آيو، جن کي فرمايائين تہ ”ام ر قاسم کي چٽي ڏکي. نوان ڪپڙا پهرائي. شاديءَ لاءِ سنہرايو.“ جڏهن سڀ تياريون ٿي چڪيون، تڏهن پنهنجي نياڻي، جا امام قاسم سان اڳيئي مڱيل هئي، سا کيس پرڻئي ڏنائين. گهوٽ ۽ ڪنوار ڪوٺي ۾ ئي ويٺا هئا تہ



يزيد جي لشڪر مان ڪنهن پڪاري چيو ته ”آهي ڪو ٻيو جو لهي اچي ميدان ۾؟“ هيءَ هڪل ٻڌي، امام قاسم جو رت ٽهڪڻ لڳو. سو وڄ وانگر ڏوڪيندو وڃي دشمن تي ڪڙڪيو.

ڪانڌ! ڪلارين ڪپڙين، ور! وَناهيو آءُ!
جت سانگين جي سٽ وهي، اُت وڪ وڌندي پاءِ،
تان تان ٻئو مَ ٻاءِ، جان جان نونڌي نه چڙهين.

ڪن ساعت ۾ پنجاهه پيادن ۽ ٽيهن سوارن کي قتل ڪري ڇڏيائين. پر نيٺ ويري ويڙهي ويس؛ ۽ هيءُ شير به شهيد ٿي ويو. پوءِ ته امام حسين جا ڀيا ڀائٽيا به هڪ ٻئي پٺيان پڙ تي پئي، وڃي رحمت کي رسيا.

هاڻ امام حسين وٽ نه رهيو ٻيلي نه ٻانهون، نه عزيز نه خويش، يڪو سر وڃي بچيو. بيبين پار ڪڍي پئي ٻاڪاريو، پر ڪين دلاسا ڏيو، ماٺ پئي ڪرايائين. آخر ڪانئن موڪلائي، گهوڙي تي چڙهي، ميدان ڏانهن راهي ٿيو. اجا نه ٿي وکون وڌيوئي ڪين، ته ننڍوءَ مان دل سوز دانهن جو پڙلاءُ ڪن تي پيس؛ سو موٽي آيو. پڇا تي معلوم ٿيس ته سندس اُبهم پٽ علي اصغر کي اُڃ ڏاڍو عاجز ڪيو آهي؛ سو کيس هنج ۾ کڻي، گهوڙو ڦيرائي سڌو ميدان ۾ آيو ۽ دشمن کي هڪل ڪري چيائين ته ”جي مون اوهان جي ڪا خطا ڪئي آهي ته آءُ ان جي سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان؛ پر هن معصوم اوهان جو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي؟ اُڃ ۾



پاھ پيو ٿئي، خدا جي واسطي پاڻيءَ چڪو ڏيوم ته پيارنس." پر پليتن کي ڪو قياس ڪونه پيو، اُٽلو هڪ ديوَ اوچتو وٺي تير چوڙيو، جو اچي علي اصغر جي نڙيءَ ۾ کتو. رت سيڙهون ٿي وهڻ لڳو. امام حسين کيس کڻي موٽي تنبوءَ ۾ آيو، جتي واويلا مچي ويئي. پاڻ به پنهنجي لالڻ پٽ تي لوهوءَ جا لڙڪ هاريائين، ۽ سندس رت ڀڪن ۾ ڀري، آسمان ڏانهن اڇلائي، چيائين ته "انا لله وانا اليه راجعون! (تحقيق اسين خدا وٽان آيا آهيون ۽ وٽس ئي موٽي وڃڻو اٿئون!) يا خدا! توفيق بخش ته هي مصيبتون صبر سان سهان."

پيءُ کي اهڙو پريشان ڏسي، امام زين العابدين نيزو کڻي ڪري، ميدان ڏي ڪاهيندو ويو، پر امام حسين سٽ ڏيئي، اڌ واٽ تان ئي ورائي آيس، ۽ چيائينس ته "اي منهنجي مٺي جا موڙ! ڏاڏيءَ جي واسطي تون پنهنجو جيءُ جوکي ۾ نه وجھ. جي تون به شهيد ٿي وئين، ته اسان جو خاندان هميشه لاءِ ختم ٿي ويندو. ڏاڏيءَ گهريو آهي ته تو کي مان ڪوڙ ٿيندا، ۽ اسان جو نسل قيامت تائين قائم رهندو. هاڻ آءٌ توکي پنهنجي آخري وصيت ٿو ڪريان: ڀينن جي هر طرح پارت هجيئي. کين پنهنجي ساھ سان سانڍج. ڀيو ته جڏهن موٽي مديني وڃين، تڏهن منهنجي سيني سنگتين کي ساري سلام ڏج، ۽ چئجان ته "خدانخواست، جي ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿيو، ته مون



مسڪين کي ياد ڪجو، جي ڪنهن غريب کي ناحق ڪسندو ڏسو، تہ مون مظلوم جي سار ڪجو، ۽ جي ٿڌي پاڻيءَ جو ڍڪ پيو، تہ مون اُڃايل کي نہ وسارجو."

پوءِ تہ امام حسين سينيءَ ڪان روئي موڪلائي، ميدان ڏانهن رخ رکيو. واٽ تي اُڃ اچي ورايس، سو گهوڙو ڦيرائي، فرات ڏانهن وڌيو، جيئن نئڙي، پاڻيءَ ڀڪ ڀري، وات تي تي آندائين تہ هڪ تير اچي وات ۾ لڳس. سونهاري رت سان ڀرجي ويس، ۽ ڏند ڏاڙهونءَ جي ڪڻ جئان ڳاڙها تي ويس. اکيون آسمان ڏي ڪٽي، رب کي ٻاڏايائين.

ڏاڙهي رَت رتياس، ڏندَ تہ ڏاڙهونءَ گل جنءَ،
چوڏهِي ماه چَندَ جِنءَ، پِڙَ ۾ پاڳڙياس،
ميڙي ۾ مُحمد جي، مَرُ مَرَڪي ماس،
تنهِ سورهيہ کي شاباس، جو متي پِڙ پرزا ٿيي.

سندس ابهم ڀائٽي جو ڪيس پريان رتورت ٿيل ڏٺو سو وني ڏانهس ڊوڙڻ لڳو. واٽ تي هڪ خبيث هٽي هٿ ترار سان وڍي وڌس. انهيءَ تي امام حسين زارو زار روئي چيو تہ "پيارا پٽ! شال ڏٺي توکي پنهنجن وڏن وٽ جنت ۾ جاءِ ڏي!" پوءِ وني دشمنن تي حملو ڪيائين. دشمنن بہ متس تيرن ۽ تراين سان جلهون ڪيون، پر ساٽس پڄي نہ سگهيا. هاڻ سندس سارو جسم زخمن هٽي پرڻ مثل تنگ تنگ ڪري وڌو. آخر اُڃ ۽ عذاب وچان بيحال ٿي ويو، ۽ گهوڙي تان لهي، پٽ تي ليٽي پيو. سندس هيٺو حال ڏسي



يزيد جو لشڪر ويڙهي ويس، پر ڪنهن کي بہ همت نہ ٿئي جو ڪٽي ويجهو وڃيس. نيٺ شمر حرفت هلائي، اُچانگ مار ڏيئي، وڃي سندس سيني تي چڙهي وينو، ۽ ترار ڪڍي جيئن تي مٿانئس وهايائين تہ امام حسين واکو ڪري چيس تہ "اي شمر! ٿورو ڏيرج ڪر. شهادت اسان جي ابي جي ميراث آهي سو تون پل مون کي شهيد ڪر. پر نماز جو وقت اچي ٿيو آهي، مهلت ڏينم تہ پڙهي وٺان." انهيءَ تي شمر سندس سيني تان لهي هيٺ ٿيو، ۽ امام حسين نماز نيتي ويهي رهيو. اجا پهرئين سجدي ۾ ئي هو تہ شمر غدار ترار هڻي، کيس شهيد ڪري ڇڏيو.

"روضتہ الشهدا" ۾ آيل آهي تہ جڏهن امام حسين شهيد ٿي ويو، تڏهن ساريءَ ڪائنات سندس ماتم ڪيو. ڌرتي جوش ۾ جلي، ڏيي دانهون ڪيون، آسمان، عرش ۽ ڪرسيءَ لرزي ۾ اچي، رت جا لڙڪ وهايا. ملڪن پنهنجا مکڻ ڇڏي، هوا ۾ آهون صدائون پئي ڪيون، ۽ نبين پڻ زارو زار پئي رنو. ازنسواءِ ماڻهن، مرن، پکين، ديون، پرين وغيره بہ پاڻ پچاڙي، رت جا ڳوڙها پئي ڳاڙيا. ائين پڻ چيل آهي تہ هڪ ڪبوتر ڪربلا ۾ آيو، جنهن امام حسين جي رت ۾ ليٽي، دانهون ڪوڪون ڪري، پاڻ پئي پچاڙيو. پوءِ اُتان اُڏامي مديني ۾ آيو، جتي ڪيهون ڪيو، پيغمبر ﷺ

(1) امام حسين هي لفظ انهيءَ ڪري چيا جو سندس والد حضرت علي بہ شهيد ٿيو هو. جهڙو ڪوفي جي مسجد ۾ نماز پئي پڙهيائين، تہ ابن ملجم نالي هڪ ڪوفيءَ زهردار ترار هڻي، شهيد ڪري ڇڏيس.



جي روضي جي چوڌاري پئي ڦريو. سندس ڪنين مان رت جا ڦڙا تمي روضي جي مٿان پئي پيا. ماڻهو ڪبوتر کي ڏسي ڏاڍو عجب ۾ پيا. پر جڏهن امام حسين جي شهادت جي خبر پين، تڏهن سمجهائون ته ڪبوتر انهيءَ واقعي جو اطلاع ڏيڻ آيو هو.

ڪربلا جي قضئي جو حاصل مطلب ظاهر آهي. امام حسين طرح طرح جا سور ۽ سختيون سنيون، اڃ ۽ بک ۾ پاهه تيو، اهل ۽ عيال کي رلايائين، ۽ آخر پنهنجو سر فدا ڪيائين، پر دنيا ڪارڻ دين نه ڇڏيائين. جي يزيد جي بيعت مڃي ها، ته مان ۽ مرتبو هڪ پاسي ملنس ها، عيش ۽ عشرت بئي پاسي. پر جي ائين ڪري ها، ته اسلام کي سخت ڌوڪو اچي وڃي ها. جيتوڻيڪ ڪيس پڪ هئي ته يزيد سان پڄڻ محال آهي، تڏهن به ڄاڻي ٻجهي پنهنجو جيءُ جوکي ۾ وڌائين. فقط انهيءَ لاءِ ته ٻين کي ثابت قدميءَ جو سبق سيکاريان.

اهڙيءَ ايمان جي سلامتيءَ کي ”جهاد اڪبر“ کان به وڌو جهاد چئي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ نفس سان جنگ جوٽڻ هڪ نهايت ڪٺن ڪم آهي، ته به ”ڪلمہ حق عند سلطان جائز“ (ظالم حاڪم کي سچ چوڻ) آن کان به وڌيڪ مشڪل ڳالهه آهي. دنيا جي تاريخ اُٿلائي ڏسبي ته معلوم ٿيندو ته دين ۽ ايمان جي راهه تي ثابت قدم رهڻ ڪا سٿري ڳالهه ڪانهي. حضرت عيسيٰ کي صليب تي



سر ڏيڻو پيو، منصور کي سوريءَ تي ساهه ڏيڻو پيو، ۽ خود حضرت محمد ﷺ کي قريش قوم جون عقوبتون سهڻيون پيئون. اهڙو ڪوبہ حق پرست ڪونہ ليندو جنهن ڪوڙ ۽ پاڪند، سان سازي ڪئي. دنيوي ماڻهو اڪثر چوندا آهن تہ "جهڙو لڳي واءُ تهڙي ڏجي پٺ." اهي ڪانئرن جا قول آهن، جي هنن پنهنجي ضمير کي پرچائڻ لاءِ رچيا آهن. اهڙن شخصن بنسبت هڪ پارسي شاعر چيو آهي:

"مبادا دل آن فرومايہ شاد،
کہ از بهر دنيا دهد بباد."

يعني: "شال انهيءَ ڪميڻي جو جيءُ هرگز خوش نہ هجي، جو دنيا خاطر دين برباد ڪري ٿو!"

جيتوڻيڪ امامن جي شهادت ڏسڻ ۾ نسورو ظلم هو، تہ بہ خدا تعاليٰ جي نظرگاهہ ڪان سراسر رحمت هئي، جو تہ ڪيترئيون ئي ڳالهيون آهن جي ظاهريءَ طرح انسان جي سمجهہ ڪان ٻاهر آهن، پر خدا تعاليٰ سيڪا شيءِ انسان جي ڀلي لاءِ ڪري ٿو، ۽ ڪيس ئي اُن ڀلي جي خبر آهي. ازانسواءِ جنهن کي اسين شهادت جي سختي سڏيون ٿا، سا خود امامن جي نظر ۾ الاهي محبت جي مؤج هئي. ڇاڪاڻ تہ هنن دل و جان سان خدا جو فرمودو بجا ٿي آندو. شهادت جي تقدير مٿن ازل ڪان ئي وهيل هئي.

ڪسڻ جو قرار، اصل امامن سين.



”روضتہ الشهدا“ ۾ ذڪر ڪيل آهي تہ خدا تعاليٰ جبرئيل کي فرمايو تہ ”امام حسين جي ولادت، ۽ شهادت جي پيشنگوئي پيغمبرﷺ کي پهچائي اچ.“جڏهن پيغمبرﷺ کي اها خبر پئي، تڏهن پنهنجي نياڻيءَ بيبي فاطمه سان ڳالهه ڪيائون، جا نهايت غمگين ٿي ۽ پار ڪڍي روج راڙو ڪرڻ لڳي. انهيءَ تي ڪيس دلداري ڏني ويئي تہ امام جي حسين جي شهادت مان اُمت جو ڀلو ٿيڻو آهي.

دوست ڪُهائي دادُلا، محِب مارائي،
خاصَنِ خَليلن کي، سختيون سهائي،
الله اَلصمدُ (1) بي نياز، سا ڪري جا چاهي،
اِنهِين منجهِ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

(1) (قرآن، 2,21) خدا بي پرواهہ آهي.

# سنڌيڪا جا ڇپايل ڪجھ ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڀٽ جو شاهه | ايچ- ٽي سورلي | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| رسالہ شاهه عبداللطيف | مترجم: شيخ اياز | (لطيفيات- اردو) | 300 رپيا |
| شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| عرفات کان فلسطين تائين | سنڌيڪار: اسلم خواجہ | (شخصيت) | 120 رپيا |
| ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ | علي مرتضي ڌاريجو | (ميڊيڪل سائنس) | 90 رپيا |
| نفسيات ۽ تعليم | عبدالغفار دائود پوٽو | (تعليم) | 90 رپيا |
| سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ | اڪرام ساگر عباسي | (تاريخ) | 30 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1831ع | اليگزينڊر برنس | (سفرنامو- تمدن) | 130 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1989ع | بخشڻ ابڙو | (سفرنامو- تمدن) | 230 رپيا |
| لف بي وار شاهه جو رسالو ۽ رسالي جي ڏسڻي | عبدالغفار دائود پوٽو | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| زاديءَ جو امام (سيد تاج محمود امروٽي) | سيد محمود شاهه بخاري | (شخصيت) | 150 رپيا |
| ذهب جو فلسفو | مولانا عبيدالله سنڌي | (اسلاميات) | 50 رپيا |
| ديد صحافت | امين لغاري ۽ معيد ميمڻ | (صحافت) | |
| رآن مجيد جو سنڌي ترجمو | علامہ علي خان ابڙو | (قرآنيات) | 250 رپيا |
| سوچ جو سفر | انعام شيخ | (ڏاهپ) | 200 رپيا |
| سنڌ ڪوٽ ۽ قلعا | اشتياق انصاري | (قديم آثار) | 230 رپي |
| نسانيت جو ازلي ورثو | ابوالڪلام آزاد | (اسلاميات) | 40 رپيا |
| انساني ڀلاين جو ديني شعور | علامہ علي خان ابڙو | (اسلاميات) | 30 رپيا |
| عملي زندگيءَ ۾ ناڪامين کان ڪيئن بچجي؟ | ايل ران هبرڊ ۽ ڊيل ڪارنيگي | (سائنٽولاجي) | 30 رپيا |
| سنڌ، جيئن مون ڏٺي. | ٽي پوسٽنس | (سنڌ شناسي) | 130 رپيا |
| سنڌو، شير درياهه | جين فيئرلي | (تهذيب ۽ تمدن) | 180 رپيا |
| جونيئر ناليج بينڪ (5 ڀاڱا) | سنڌيڪار: ع م ڌاريجو م ب سومرو ۽ نديم گل | (سائنسي علمن جي ڄاڻ) | 450 رپيا |
| تاريخ جا اڏيندڙ | سنڌيڪار: محمد بخش سومرو | (شخصيات) | 250 رپيا |
| زندگيءَ کي خوبصورت بڻايو | شولر / خليل الرحمان شيخ | (نفسيات) | 40 رپيا |
| ڪائنات جي ڳُولها | اسٽيفن هاڪنگ/ نديم گل | (سائنس) | 130 رپيا |
| سنڌ ۾ انگريز حڪمت عملي | ايڊرين ڊيورٽي/ ع م ڀنڀرو | (تاريخ) | 200 رپيا |
| صدين جون صدائون | مولانا ابوالڪلام آزاد | (اسلامي فلسفو) | 130 رپيا |
| مثنوي رومي (نثري ترجمو) | رومي / غلام محمد شاهواني | (تصوف/اخلاقيات) | 130 رپيا |
| رج جهڙي سماج ۾ مور جي رڙ 2 | فقير محمد لاشاري | (اداريا سنڌ جي سياست) | 200 رپيا |
| سنڌي سماج ادب ۽ سياست | انعام شيخ | (سنڌ شناسي) | 90 رپيا |
| ازدواجي اخلاقيات | ابراهيم اميني/شبانہ سولنگي | (اخلاقيات) | 100 رپيا |
| قصص القرآن ڀاڱو 4 ڀاڱ | مولانا حفظ الرحمان سيوهاروي | (اسلاميات) | 500 رپيا |
| چوند لوڪ ڪهاڻيون | فضل الرحمان ميمڻ | (لوڪ ادب) | 130 رپيا |

وي پيءَ ذريعي ڪتاب گهرائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽي سؤ رپين جو آرڊر موڪلڻ ضروري آهي.

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڳُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پڄاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ چاهيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)